# سنڌي ٻوليءَ کي للڪار

[ملير ڊائجيسٽ ۾ شايع ٿيل ٻوليءَ جي
مضمونن جو پهريون ڪتابڙو]

[ٻيون ڇاپو]

مرتب:

عمر ميمڻ

عظمت ادبي اڪيڊمي حيدرآباد

چاپو پهريون: .... مئي ١٩٧٣

چاپو ٻيو : .... جولاءِ ١٩٧٨

چاپو ٽيون : .... جون ١٩٨٤

قيمت: ٦-٠٠

ڇپائيندڙ:
م۔ ع۔ ميمڻ۔ ٻاران عظمت ادبي اڪيڊمي حيدرآباد سنڌ

ڇپيندڙ:
سردار پرنٽنگ پريس، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ

## پھرين ايڊيشن جو مھاڳ

گذريل ٢٥ سالن کان سنڌي لکيتن ۾ ايترا ته ڌاريان لفظ ھرويرو به ڪم اچڻ لڳا آھن جن ٻوليءَ جي سنڌيت ۽ سماجھائي کي وڏو نقصان پھچايو آھي. اسان جڏھن ملير ڊائجيسٽ شروع ڪيو، تڏھن ٻوليءَ جي سڀني گھٽگھرن جو ڌيان ان طرف ڇڪايوسين ۽ ان باري ۾ "سنڌي ٻوليءَ کي للڪار" جي نالي سان ھڪڙو مضمون شروع ڪيوسين. اسان کي خوشي آھي ته سنڌ جي سڀني مڃيل ڄاڻن ۽ سڄڻن انھيءَ ڏس ۾ اسان جي مدد ڪئي ۽ ڪندا رھن ٿا ۽ اھڙي طرح اھو سلسلو ملير ۾ ھر مھيني ھلندو رھي ٿو. اسان انھن سڀني سائين جا شڪرگذار آھيون.

ان سلسلي ۾ ھيستائين ملير ۾ جيڪي مضمون آيا آھن انھن مان ڪجھ ھن ڪتابڙي ۾ ڏيئي رھيا آھيون ۽ آئندي به اھڙي طرح ڏيندا رھنداسين. ھيءَ آھي پھرين ڪير وٿي جيڪا اسان ملير پاران سڀني سنڌي ليکڪن ۽ اخبار نويسن ۽ فنڪارن جي اڳيان رکون ٿا. شل مال وندن مارن جي ٻوليءَ جو سڳنڌ ۽ سواد انھيءَ مان ڪين اچي.

نوٽ: جھڙي نموني مضمون آيا آھن، ترتيب اھڙي نموني رکي ويئي آھي.

سنڌيءَ ٻولي جو ھڪ خدمتگار

عبدالغفور ميمڻ

# وچور

## پير حسام الدين شاهه راشدي

محترم عبدالغفور صاحب، السلام عليڪم.

عرض ته خط ڪيترن ڏينهن کان پهتل هو، پر جواب ۾ دير ٿي، جنهن لاءِ اميد ته بخش ڪندا. سنڌي جي سلسلي ۾ منهنجي راءِ آهي ته:

(۱) سنڌي اخبارون خبرن ۽ عنوانن ۾ زبان کي خراب ڪري رهيون آهن. لکندڙ اردو اخبارن تان ترجما ڪري يا اردو لٽريچر ۽ اخبارون پڙهي بولي ۾ جيڪي لفظ، ترڪيبون يا محاورا ڪتب آڻي رهيا آهن، سي ڪنهن به صورت ۾ زبان ۾ ٺهڪي نٿا بيهن. اوهان هر رسالي ۾ مهيني جي اخبارن ۾ ڪتب آيل ترڪيبون، عنوان، لفظ ۽ محاورا گڏ ڪري ڇاپيندا رهو، جيئن اخبار نويسن کي خبر پوي ته سنڌي زبان جي ڇاڻ يا اڻڄاڻائي سبب هو ڪيئن بولي جي ٻيڙي ٻوڙي رهيا آهن. جڏهن اهڙي فهرست گڏ ڪندا ته پوءِ اوهان کي انهيءَ ڪوڙ جي خبر پوندي.

(۲) فارسي ۽ عربي اڪر گهڻي ۾ گهڻا ڪتب آڻڻ علم جي نه، بلڪ جهالت ۽ پنهنجي زبان کان اڻڄاڻائي جي نشاني آهي. آءٌ ۱۹۲۸ع کان ۱۹۳۷ع تائين اخبارن ۾ ابوالڪلام، ظفر علي خان جي پوئوارن

۾ فارسي ۽ عربي جا وڏڙا وساڻيندو هوس. ليڪن اڄ
جڏهن اهي مضمون پڙهان ٿو، ته نه ڇڙو غلطي محسوس
ڪريان ٿو پر شرم ۾ ڪل اچي ٿي.

(۳) آسان ۽ نج زبان لکڻ نهايت ڏکيو ڪم آهي.
غالب، سر سيد ۽ عبدالحق اردو کي تمام سليس لکيو
۽ خاص طرز پيدا ڪئي. سنڌي ۾ مرحوم گربخشاڻي،
جيٺمل پرسرام، پروفيسر شاهاڻي، مولانا فتح محمد
سيوهاڻي، مولانا وفائي ۽ دائود پوٽي مرحوم سليس،
روان ۽ صاف سنڌي لکي آهي. اڄ به اوهين اهي لکئيون
پڙهو، ڇڻ لذت پئي ايندي.

ڳالهائيندڙن ۾ آءٌ مرحوم علامه قاضي صاحب جي
سنڌي جو قائل آهيان. جڏهن سائن سنڌي ۾ ڳالهائبو
هو ته جواب ۾ ڪو به لفظ ڌارين زبان جو ڪتب
ڪونه آڻيندا هئا.

شهرن ۾ رهي رهي ڌارين سان اٿي ويهي اسان
ماڻهن جي زبان خراب ٿي ويئي آهي. سچ پڇو ته
اسان کان پنهنجي زبان وسري ويئي آهي. اڳتي هلي
جنهن جا نتيجا ڏاڍا ڏکوئيندڙ نڪرندا. سنڌي زبان بي
صورت ۾ بدلجي ويندي ۽ اهو هاڃو اسين پنهنجو پاڻ
ڪري رهيا آهيون. جنهن لاءِ آءٌ گهڻي ۾ گهڻو جوابدار
سنڌي اخبارن کي سمجهان ٿو. ڇاڪاڻ ته پنهنجي زبان
۾ سنڌن مطالعو ڪونه آهي، اڙدو اخبارون پڙهن ٿا.
جڏهن لکڻ ويهن ٿا تڏهن اهائي زبان استعمال ڪن ٿا

جيڪا هنن صبح جو اردو اخبارن ۾ ڏني آهي. تڏهن ته انگريزي لفظن جي بجاءِ، انهن ۾ اهو ڏي عنوان ۽ لفظ سندن دماغ سوچي ٿو.

ڪراچي واري هلال پاڪستان ۾ ٻولي جي صفائي جو بيحد خيال ڪيو وڃي ٿو. سندس روش کي پنهنجو ڪرڻ هرهڪ لکندڙ جو فرض آهي.

(٤) اوهان جيڪي مقابلي ۾ لفظ ڏيئي رهيا آهيو تن کي اڃا آسان ڪرڻ گهرجي، اهي ٺهڪن نٿا.

(٥) سنڌي زبان جهڙي شاهوڪار زبان ۾ ڌارين ٻولين جا لفظ آڻي آڻي آپگهات ڪرڻو آهي. غلط آهي، ناجائز آهي، گناهه آهي ۽ آخر ۾ اهو طريقو لکندڙ لاءِ ۽ زبان لاءِ گهاتڪ ٿيندو.

——

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

پيارا ادا عبدالغفور، سدا سرها هجو!

اوهان جي پيار ڀريل لکيل سنيهن جي هن ڪاڻ اڳ ورندي ڏيئي نه سگهيو آهيان جو هڪ ته گهڻ ڪاريو آهيان ۽ ٻيو ته پڙهيلن جي پٽ ۾ پير رکندي سنڌ ڪان وٺي مون پنهنجو پاڻ سان وچن ڪيو هو ته ڪڏهن به ڪلڪ ڪٿي ڪنهن سان مُڏا* نه ونيندس، رڳو اوهان جي لکڻي ڪي مانُ ڏيڻ لاءِ پنهنجا ويچار اوهان جي آڏو رکان ٿو.

مهيني اپريل ٧٢ع واري "مارير ڊائجسٽ" ۾ "سنڌي ٻولي کي چئلينج" جي سيري هيٺ اوهان جيڪا ڳالهه ڪئي آهي سا ويچار جهڙي آهي پر جنهن ريت اوهان ان کي ڇيڙيو آهي تنهن لاءِ ڀرپائين به اڪر چوڻ سڄايا ٿيندا.

### اڳ ڇا ٿيو؟

١- ١٨٥٢ع ۾ سنڌي الف- بي کا نئين سر ٺاهي ڪاڻ وٺي هئي، الف- بي جا اکر سوين ورهيه اڳ هلندڙ هئا، پر رڳو ايترو هو جو ٺيٺ سنڌي اُچارن وارن اکرن تي، ڪي ڪنهن ريت ته ڪي ڪنهن

---

مدا وٺڻ * بحث مباحثو ڪرڻ، سوال جواب ڪرڻ.

ريت ڇپڪا ڏيندا هئا. اهڙن اکرن جي انوکين بيهڪن تي ١٨٥٢ع کان ولي ويچار ٿيڻ لڳو ۽ نيٺ ڳالهه اتي وڃي بيٺي ته هر سنڌي آچار واري اکر جون جيڪي ٻه، اڳ هلندڙ بيهڪون آهن. انهن مان سڀ کان سهڻي بيهڪ چونڊي وڃي (نه نئين سر ناهي وڃي) ۽ پوءِ سنڌي الف-بي جي پڪي پٽي ناهي وڃي. اها پڪي پٽي مهيني جولاءِ ١٨٥٣ع ۾ ڇاپي پڌري ڪئي وئي.

٢- سنڌي لکڻ لاءِ عربي الف-بي ڪا انگريزن جي اچڻ کان پوءِ ڪانه ڪئي وئي، پر اها اڄ کان گهٽ ۾ گهٽ سادا ٻارهن سؤ سال اڳ ڪم آندي وئي. اهو ڪم "اسلام" ڪارڻ ڪونه ڪيو ويو، ڇاڪاڻ جو اسلام "ٻولي" توڙي "رنگ" جي نرالائي (اختلاف السنتڪم و الوانڪم) تي سوچڻ ۽ ان کي مڃڻ جي سکيا ڏئي ٿو. ان وقت جي مسلمانن جو ماڻهن جي ٻولين ۽ رنگن سان ڪو ويڙ ڪونه هو. عرب مسلمان جيڪي سنڌ ۾ آيا سي سنڌي کي ٻه سهڻي ٻولي سمجهي سکڻ لڳا، هنن پنهنجي سولائي لاءِ سنڌي کي عربي پٽيءَ ۾ لکيو، جا پوءِ ٻين کي ٻه سولي لڳي ۽ سڄي سنڌ وارن ان کي پنهنجو ڪيو.

٣- ١٨٥٢ع ۾ انگريز آفيسرن جي هڪ ٽولي ۽ سنڌ کان هندو ڪامورن (جن جو اڳواڻ ٻمبئي پاسي جو هڪ مرهٽو ڪامورو هو) اها هاچل هلائي هئي ته

سنڌي کي عربي پٽي ۾ نہ لکجي پر مٿائي ديوناگري
يا هندي پٽيءَ ۾ لکجي. انهيءَ رٿا کي پوري ڪرڻ
لاءِ وڏا وس ڪيا؛ ٽئين الف-بي ناهي وئي، پڙهڻ لاءِ
پنا پستڪ ڇاپيا ويا ۽ پاٺشالائون کوليون ويون. پڻ
انگريزن پاران کئي تہ جو جنهن پٽيءَ ۾ چاهي تنهن
۾ سنڌي لکي پڙهي. ان هوندي بہ اها رٿا توڙ تي
نہ پهتي. عربي پٽي جيئن تہ سولي هئي انهيءَ ڪري
مسلمانن تہ ڇڏيو پر سنڌي هندن جي گهڻائي پڻ عربي
پٽيءَ کي چاهيو ۽ ڪنيو.

اها تہ ٿي اڳئين جي ڳالهه. چوندا آهن تہ وڻيءَ
کي ڪيترو واريو، سيائپ انهيءَ ۾ آهي تہ ڳالهه کي
سنئين ريت سمجهي کو اڳ جو آڇي ڪجي.

## ڳالهه ڇا آهي؟

ڀريائين سوچڻ گهرجي تہ ڳالهه ڇا آهي؟ پنهنجي
ٻوليءَ سان پيار ڪرڻ ۽ ٻين "ٻولن" جي جاءِ تي
سنڌي جا سڀئي "ٻول" * ڪم آڻڻ هڪ اهڙي ڳالهه
آهي جنهن جي اسان کي پوري پڙائي ڪرڻ گهرجي.
پر ڳالهه رکو اتي ڪانہ ٿي بيهي، اڳتي هيءَ ڳالهه
گهوڙهي آهي جنهن کي وڏي سرت ۽ نيرت سان پرکڻ
پچارڻ ۽ ويچارڻ گهرجي.

١- سڀ کان ڀريائين اهو سوچڻو آهي تہ سنڌي

---

"ٻول" * دت ۽ اڳتي لفظ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي.

يا ڪنهن ٻه ٻي ٻوليءَ جا ”پنهنجا“ ٻول ڪهڙا آهن؟ اهي ٻولين جي هن پرڙهيءَ جي گهٽن پاڙن ۾ ملن ٿيون ۽ انهيءَ ڪري وڏيون ٻوليون ليکجن ٿيون تن سڀني ٻين ٻولين جا ٻول ڪٺي ”پنهنجا“ ڪيا آهن. انگريزي ٻولي وٺو: هن ۾ پرڏاڏا انگلو سئڪسن ٻول، جيڪي انگريزيءَ جا ”پنهنجا ٻول“ چئي سگهون، سي ٿورڙا آهن، ۽ انهن مڙني ٻولن جي پيٽ ۾ جيڪي انگريزي ۾ هينئر ڪم اچن ٿا، چڱ اٿي ۾ لوڻ برابر آهن. اسان وٽ ايتري ڪوجنا نه ٿي آهي، پر جي ڪو وڌهي سنڌيءَ جا ”پنهنجا پرڏاڏا“ ٻول ساري، ته ٻين ٻولين واڌڪر اهي پڻ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ملندا. انهيءَ ڪري ”پنهنجن“ ”پراون“ ٻولن جي ڳالهه جڏهن اسان ڪئون ته جڳڏي ته ان کي چوريءَ طرح سمجهي ٻوءِ ڪئون.

٢— ٻوليءَ ۾ ”پنهنجن“ ۽ ”پراون“ ٻولن جي راڏاوڍ هڪ اهڙو ته گورک ڌنڌو آهي جنهن کي نبيري نٿو سگهجي. گهڻ ورهيه اڳ ايران وارن وڏا وس ڪيا ته پارسيءَ مان (جنهن کي هاڻ هو ”ايراني“ ٿا سڏين) مڙيئي عربي ٻول ڪڍيا وڃن، پر ڪڍي نه سگهيا. ان ملڪ جا سياڻا هاڻي سمجهن ٿا ته انهيءَ ڳالهه جي پٺيان پوڻ اجايو آهي. هت اسان وٽ به ١٩٤٠—٣٠ڌاري سنڌ جي ڪن هندو ڌرين پاران اها هلچل هلائي وئي ته سنڌي مان پارسي ۽ عربي

ٻول ڪيي انهن جي جاءِ تي سنسڪرت ۽ هندي ٻول
ڪم آڻجن. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولوي دين محمد
وفائي، ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحيات ۽ ٻين ، سمجهدار
هندن کي سنئين وات ڏيکاري ۽ چيو ته اڌوڙيءَ رت
مان ڪي ڪين ورندو.

٣- ترڪي ۾ به هڪ نئين پڙهيل ٽولي ميٽ سٽي
ته ترڪي ٻولي مان پراڻا پارسي ۽ عربي ٻول ڪڍيا
وڃن. پر ڳالهه اتي وڃي بيٺي آهي جو اڳيان ٻول
ڇڏي وري يورپي ٻولين مان پيا ڌاريا ٻول ڪنياڻون.
"پنهنجن" ٻولن جو ٻهانو ڪري وري به "پروان" ٻولن
ڪٽڻ ۾ نڪا ميٽپ آهي ته نڪو سود.

## سياڻپ جي وات

هڪ وڌندڙ ۽ وڌجهندڙ ٻولي جي لکڻ، پڙهڻ ۽
ڳالهائڻ ۾ اهڙيون رنڊڪون وجهڻ جن مان سواءِ
پنهنجي من ماڻيءَ جي ڪو ٻيو ڪارج نه سري سياڻپ
جي وات ناهي.

١- هڪ وڌندڙ ۽ وڌجهندڙ ٻولي پنهنجي وڌندڙ
گهرجن جي پورائي لاءِ آوس نت، نوان ٻول ڪم
آڻيندي. اها پورائي هيٺن ٽن سگهن تي جو پهريائين
ٻوليءَ جا چاڙهو، ان ٻوليءَ جو پنهنجو پٽ ميڙڻ،
جيئن لتيل ڪٿا پڌرا ٿين ۽ ستل ٻول وري جاڳن. ان
کان پوءِ اهي ٻوليون جن مان ان ٻوليءَ جو سنهڻ

رهيو آهي انهن مان ٺهڪندڙ ٻول ڪڍڻ، پر ٿي سگهي
ٿو پهرين انهن کي پنهنجي ٻوليءَ جي سانچي ۾
سمو هڻڻ. پر جڳ وٽن ٿي کوجنا ڪارڻ اڄا به وڏيڪ
ٻولين جي گهرج ٿيندي، ۽ اهڙا ٻول جيڪر ٻين ٻولين
مان ڪڍجن ته ان ۾ ڪا گهٽتائي ڪانهي. انگريزي ۽
يورپي ٻولين ۾ ڏارن جي اڀياس لاءِ اڄا تائين ڪي
عربي ذلا ڪم آندا وڃن ٿا ۽ جانورن ۽ وڻن ٻوٽن
جي اڀياس لاءِ لاطيني ٻول ڪم آندا وڃن ٿا.

٢- ٻين ٻولين جا اهڙا ٻول جيڪي ورهين کان
وٺي ڪنهن ٻوليءَ ۾ ڪم ايندا رهيا آهن سي جڻ ان
جا "پنهنجا" آهن. اسان مٿي چئي آيا آهيون ته ڪنهن
به وڌندڙ ٻوليءَ جا "پنهنجا پرايا" ٻول ڪي ٿورا
آهن ۽ ٻيا گهڻا ٿا ته ان ٻولي ميڙي سيڙي پنهنجا
ڪيا آهن. سنڌي ٻولي به جيئن ته هڪ آڳاٽي ۽ وڌندڙ
ويجهندڙ ٻولي آهي انهيءَ ڪري اُن به ساڳيو ڪم
ڪيو آهي. پر جي اسان کي هر ويرو ڪو ليکو ڪيڏو
آهي ته ڪٿي ١٩٤٧ع کي دنگ ڪريون ۽ چئون ته
ان کان اڳ جيڪي به ٻول سنڌين جي لکيتن ۾ ملن
ٿا، سي سڀ سنڌي جا "پنهنجا" ٻول آهن.

٣- هڪ وڌندڙ ٻولي جي گهرجن کي آوس پورو
ڪرڻ آهي، ۽ انهيءَ ڪري اڄاڻ دنگن وجهڻ مان
ڪهڙو سود! سماجي سرچ ٿوري جڳ کوجنا لاءِ ٻوليءَ
جي گهري کي وڌائڻو ئي پوندو. انهيءَ لاءِ ٻين ٻولين
مان ٻول ڪڍڻ ۽ ڪم آڻڻ کان ڪيائڻ اجايو آهي.

٤- سچي ٻچي ته ڳالهائڻ توڙي لکڻ ۾ "ڌاريو" ٻول اهو آهي جيڪو اڻ سونهندو هجي. جيڪو ڏسي نه ڏهڪي پر ڪم آڻجي. ٻولي ويچارن کي ورجائڻ جو هڪ وسيلو آهي، انهيءَ ڪري جهڙا ويچارا ورجائڻا هجن تهڙي ئي ٻولي ڪم آڻجي، ٻيءَ ريت هيئن ڪٿي چئجي ته هر نرالي ڳالهه جي پڌرائي لاءِ ٻولي به نرالي هجڻ گهرجي، هر ڌنڌي جي ٻولي نرالي آهي، جو "ويڄ" ٻي ٻولي ڳالهائيندو ته "وڪيل" ٻي ٻولي ڳالهائيندو. سڪيا ۽ ساهت جي هر ڀاڱي جي ٻولي پڻ نرالي آهي. لوڪ ادب تي کوجنا ڪندي مون ٻڌيون ٻيئرو اها ڳالهه سمجهي ته "ڪهاڻين" جي مهاڳ لکڻ لاءِ هڪ ٻولي ڪم آڻبي ته "ڪچن" جي مهاڳ لکڻ لاءِ ٻي. ڏٺان ته، هر ڳالهه، کي ان سان ٺهڪندڙ ٻوليءَ ۾ نباهڻو آهي. "سڏ" جي ٻولي هڪ ته "ورندي" جي ٻولي ٻي؛ پر ويندي هر "ٻول" پڻ پنهنجي جاءِ تي پورو ٻيهارڻو آهي. "ماءُ" کي "زال" ڪونه چئبو، پر جي هوءَ گهٽين زالن ۾ هوندي ته اها به منجهائن هڪ زال آهي، "زال" کي "ادي" ڪونه چئبو، جيستوڻيڪ ڪنهن جي هوءَ "ادي" به ٿي سگهي ٿي. سچ پچ ته "ڌاريو" ٻول اهو آهي جو جتي نه ڏهي اتي آڻجي، ٻوءِ ڀل ڪٿي پنهنجي ماڻهتي ٻوليءَ جو ئي هجي.

٥- سنڌي ٻولي ايڏي ته شاهوڪار آهي ۽ ان جا ٻول ايترا ته گهڻا ۽ انوکا آهن جو انهن سان گهٽ ۾ گهٽ ته به اسان جي ڏينهن رات واري ٻهءِ ٻچار،

ڳاهه ٻوڙي ڳالهه * جي سٽاءَ ۽ سماجي ٻوڙي سماچاري
لکيتن جي ٻورائي ٿي سگهي ٿي. پر انهيءَ شاهوڪار
ٻوليءَ جون ٽجوڙيون ڀريون پيون آهن. ڪير ٿو انهن
کي کنجي هٿ ۽ کولي! ڀٽائي صاحب جي ٻولي
اسان مان ڪيترن کي سچي سمجهه ۾ ٿي اچي ۽ گهڻا
آهن جي سنبت ٿا ڪن! لوڪ ادب سنڌي ٻولي جي
اڻ کٽ کاڻ آهي، پر ڪيترا ٿا آن مان آندل وٽن
کي ڏسن يا ويچارين!

## ڪي ڀنهنجيون ڳالهيون

ٻچاڙيءَ ۾ ڪي ڀنهنجيون ڳالهيون ٻه ڪٺي ڪجن.
اوهان ”ڊائجيسٽ“ ۽ ”چئلينج“ جهڙا ٻه وڏا ڪاٺ
ڪلهي تي کنيا آهن، جي ٻئن گهڻن سنڌي پاڙن جي
ڪٺو ڪان ڳرا آهن.

”چئلينج“ جي جاءِ تي ”للڪار“ لکي سگهجي ٿو.
”ڊائجيسٽ“ جو نالو انگريزي مان اردو وارن کنيو ۽
اوهان کي بس ريس آئي. سٽ، تٽ، نچوڙ، مول،
رس، عرق، روح ۽ ٻيا اهڙا ٻول، ”ڊائجيسٽ“ جهڙا
آهن. اڳ ۾ اوهان پاڻ اهو ڪم ڪريو جيڪو چاهيو
ته سيني کي ڪرڻ گهرجي.

ڏُريان جيڪا ڳالهه اوهان چيڙي آهي ان کي
ڌيان ۾ رکندي، مون ڀنهنجي هيءَ سچي ورندي
انگريزي، فارسي يا عربي ٻولن ڪم آڻڻ کان سواءِ

---

ڳاهه ۽ ڳالهه * يعني نظم ۽ نثر.

لڳي آهي ۽ اهو به جتن ڪيو اٿم ته ادا سمجهڻ ۾ سولي ٿئي. پر هيءَ ورونهه به پنهنجي ڏينهن، رات واري پهه پچار وانگر آهي، انهيءَ ڪري ان کي هن ريت نباهي سگهيو آهيان. تنهن هوندي به پاڻيان ٿو ته ڪن جاين تي جيڪر فارسي ۽ عربي ٻول ڪم آڻيان ها ته پڙهندڙن کي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي ها. هت ايترو چوڻ ٿو چاهيان ته جيڪڏهن ڏينهن رات واري ٻوليءَ کان ٻاهر سون کي ڪنهن کوجنا واري ويچار کي ورجائڻو پوي ها ته ان کي پوريءَ ريت پهچائڻ لاءِ فارسي، عربي توڙي انگريزي جي ٺهڪندڙ ٻولن کي ڪم آڻي ڪن ڪونه ڪيهايان ها.

٦— اچرج ته انهيءَ ڳالهه جي آهي جو اڄ اسان بناڪنهن لوڙ جي، ڌاريا ٻول اکيون ٻوٽي ڪم آڻڻ لڳا آهيون. انهيءَ ڏس ۾ اردو وارا ته اسان کان اڳتي وڌي ويا آهن، جو هاڻي هو ”ٻور“ ٿين ٿا، ۽ ميت جي جاءِ تي وٽن ”ڊيڊ“ ٿئي ٿي. اسان وري اردو وارن کان اڌارڻ ۾ پورا آهيون جو ”پنهنجو ڪرڻ“ کي ڇڏي ”اپنايون“ ٿا؛ اڳ اسان لاءِ وڏو ”حادثو“ يا ”پنڊ“ ٿيندو هو پر هاڻي ”الميو“ ٿئي ٿو؛ اڳي ”ٻهڪي“ ويندا هئاسون پر هاڻي ”رڪجي“ وڃون ٿا، اڳ ”سيل“ هئاسون پر هاڻي ”تمام“ آهيون.

ادا عبدالغفور، ڪيتريون وڏي ڳالهيون ڪيون!! بس ٿورو لکيو گهڻو ڄاڻندا ۽ جي ڪا اوڻائي ٿي هجي ته مون کي معاف ڪندا.

محمد ابراهيم جويو

# ٻوليءَ جو بچاءُ

سڌريل ۽ سجاڳ قومون هميشه پنهنجي ٻوليءَ کي صاف، سليس ۽ صحيح صورت ۾ قائم رکڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن. ڪابه اهڙي قوم دنيا ۾ ڪانه ٿي رهي، جيڪا پنهنجي ٻوليءَ جي صورتخطيءَ، گرامر يا محاوري جي ڪنهن غلط يا نامناسب استعمال کي قبولي سگهي يا سهي سگهي. ڪابه اهڙي قوم ڪٿي ڪانه لڀندي، جيڪا پنهنجي ٻوليءَ جي ڪنهن سهڻي ۽ موزون لفظ کي ڇڏي، ان جي جاءِ تي ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ جي لفظ کي ڪم آڻڻ ۾ خوش ٿئي يا فخر ڪري. علمي ۽ فني ضرورتن جي خيال کان، ٻين ٻولين جا لفظ پنهنجا ڪرڻا پون ٿا، پر اهڙا لفظ هرڪا ٻولي پنهنجي گرامر جي اصولن موجب بنهه پنهنجا بڻائي پوءِ پاڻ وٽ رکي ٿي.

سنڌي قوم پڻ گهڻي وقت کان پنهنجي وطن جي آزاديءَ، سلامتيءَ ۽ خوشحاليءَ جي جدوجهد سان گڏوگڏ پنهنجي ٻوليءَ کي اهڙيءَ ريت صاف، سليس ۽ صحتمند رکڻ لاءِ پنهنجي وس آهر ڀرپور ڪوشش ۾ رڌل رهي آهي. سنڌي ٻولي گذريل ڪيترن صدين کان مڪ نه

ٻيءَ حڪمران ٻوليءَ جي تهذيبي دٻاءَ هيٺ رهندي پئي آئي آهي ۽ هن وقت به ساڳي طرح اهڙي ئي هڪ دٻاءُ هيٺ آيل آهي. عربيءَ فارسيءَ ۽ انگريزيءَ جي تهذيبي آڪرائيءَ جا اثر سنڌيءَ ۾ اڄ به گهٽيءَ حد تائين موجود ڏسي سگهجن ٿا. اردوءَ جو حڪمراني درجو به ساڳيءَ ريت بلڪ وڌيڪ آڳريءَ حد تائين اڄ سنڌيءَ تي پنهنجو اثر ڏيکاري رهيو آهي. اردو پريس، ريڊيو، ٽيليويزن سئنيما، اسڪولي ۽ ڪاليجي تعليم ۾ عام ڪتاب ۽ انهن سان گڏ اردوءَ جي قومي درجي جو تاب ۽ زور سنڌي ٻوليءَ لاءِ هڪ وڏو خطرو ثابت ٿي رهيا آهن. اهو سنڌيءَ جي اديبن، شاعرن، صحافين، استادن ۽ ٻين عام پڙهيل ماڻهن جو فرض آهي ته هو پنهنجي ٻوليءَ جو بچاءُ ڪن ۽ آن جـي ڊال بڻجي، آن جي صحت، سادگيءَ ۽ اهميت کي قائم رکن.

وڏي ڏک جي ڳالهه آهي، جو اڄ اسان جي ٻولي اسان جن پنهنجن ئي هٿن سان بگڙي ۽ ڪمزور ٿي رهي آهي. هن ڳالهه ۾ اسان کي خود اردوءَ جي تاريخ مان سبق وٺڻ گهرجي. اردو ٻولي اصل ۾ ته هندي ٻولي ئي آهي، پر ان ۾ فارسي ۽ عربيءَ جي لفظن جي ايتري ته ڀرتي ڪئي ويئي، جو هوءَ پنهنجي اصلوڪي صورت وڃائي، ٻولي ئي ٻي ٿي پيئي، ايتري تائين، جو آها عام جي سمجهه کان نڪري ۽ ڪانئن ٻنهه الڳ ٿي، رڳو ٿورن اميرن جي محلن ۽ حاڪمن

جي درٻارن جي ٻولي بڻجي ويئي. پنهنجي اصليت ۽
شانُ وڃائڻ کان پوءِ اها ساڳي ٻولي هاڻي رکو
مُنهن مٿي پيئڻ، جهيڙي ڪرڻ ۽ وات هڻڻ ۾ ئي
پوري آهي. اها سچي ويڏن هنن ٻوليءَ سان ڪيئن
ٿي؟ رکو هن طرح، جو ان ۾ بنهه ٿورا ڪي اصلوڪا
لفظ (ضمير، فعل ۽ حرف جو) جيئن جا تيئن ڇڏي،
اسم، صفتون، ظرف، حرف جملا وغيره عربيءَ ۽ فارسيءَ
جا ايترا ته گهڻا آندا ويا، جو هوءَ سڄائپ کان ئي
ڇڙهي ويئي ۽ بدلجي بنهه هڪ نئين ٻولي ٿي پيئي.
اڄ ڪيترين سنڌي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن ۾ اردوءَ
جي اثر ۾ ورتل لکيتن کي ڏسي ۽ ريڊيو تان توڙي
جلسن ۾ شهري ۽ عام پڙهيل ماڻهن جون اهڙي ڏسي
نوع واريون تقريرون ٻڌي، پنهنجي ٻوليءَ سان پڻ
اهڙي ئي ڪنهن حشر ٿيڻ جو ڊپ وٺي وڃي ٿو.

ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم هڪ ڀيري سنڌيءَ ۽
اردو کي ڀيٽيندي، ڏاڍي پروسي سان چيو هو ته "اردوءَ
۾ 'دل' مذڪر ۽ 'ڪتاب' مونث آهي، جنهن جو
ڪوبه منطق ڪونهي ۽ سنڌيءَ ۾ ان جي ابتڙ 'دل'
مؤنث ۽ 'ڪتاب' مذڪر آهي، جا ئي ڳالهه سچي به
آهي ۽ سمجهه پيري به آهي." پر، افسوس جو تازو
مون هڪ نامياريءَ روزانيءَ سنڌي اخبار ۾ اردوءَ وانگر
"ڪتاب" کي مؤنث ۽ "دل" کي مذڪر جي صيغي
۾ ڪم آندل پڙهيو. اهڙيءَ ريت "توجهه"، "دليل"،

"ناڪياد"، "آمنگ" نظم، فرياد، داد ۽ ٻيا ڪيئي لفظ، جي ٻئري پٽ اسان وٽ مذڪر آهن، اڄ اسان جي ڪن اخبارن ۽ رسالن وغيره ۾ مؤنث وانگر ٻيا لکجن ۽ هوڏانهن، مثال طور، لفظ "سٿيا" کي مذڪر وانگر ڪم آندو ٻيو وڃي. "سٿيا نـاس ٿي ويو!" ۽ ائين، اردوءَ جي اثر هيٺ، ڪيترا ئي اسان جا لفظ مذڪر بدران مؤنث ۽ مؤنث بـدران مذڪر ۾ ڪم ايندا رهن ٿا ۽ اسان جي ٻوليءَ کي بنيادي ڌڪ لڳندو رهي ٿو.

ڪيترا ئي فارسيءَ ۽ عربيءَ جا لفظ آهن، جيڪي اسان پنهنجي ٻوليءَ ۾ ٻنهي، ٻيءَ معنيٰ ۾ قبوليا آهن. جيئن لفظ "تمام" آهي. هيءُ لفظ اردو ۾ "سڀ، سيئي يا سڀني" جي معنيٰ ۾ صفت طور، ڪم اچي ٿو ۽ اسان وٽ سنڌيءَ ۾ ظرف طور، ان جي معنيٰ "ڏاڍو - ڏاڍا" جيئن "تمام چڱو، تمام سٺا" وغيره آهي. پر اڄ اسان جا ڪيئي لکندڙ ۽ تقرير ڪندڙ صاحب پنهنجا سڌا ۽ سولا صفاتي لفظ "سڀ، سمورا، مڙيئي، هڙئي" انهن جو سڌو سنئواڻو استعمال ڇڏي، لکندا ۽ چوندا وتن: "تمام پئسا خرچ ٿي ويا! تمام مڇر مري ويا! تمام هو هيٺ ٿي ويو ۽ تمام هيءُ هوئش ٿي ويو!" انهيءَ نموني جو هڪ لفظ "منصوبو" به آهي، جيڪو سنڌيءَ ۾ "سازش" جي مطلب سان ڪم اچي ٿو، پر ان کي اسان جا اردوءَ جي وٽ ۾ آيل ڪيترا

ليڪڪ "رت" يا "رتا" جي معنيٰ ۾ ڪم آڻيندا رهن ٿا. ساڳي حالت ٻين ڪيترن اهڙن لفظن، جهڙوڪ "هلاڪ يا هلاڪت" ۽ "اتفاق" جي آهي. "هلاڪ" سنڌيءَ ۾ "ڪڪ، تنگ يا بيزار" جي معنيٰ ۾ ۽ "اتفاق"، "حادثي يا واقعي" جي معنيٰ ۾ ڪم اچن ٿا. پر اردوءَ جي پيروي ڪندي، اڄ اسان جا ڪيترا ليکڪ هنن لفظن کي "مرڻ" ۽ "ٻڏيءَ" جي معنيٰ ۾ پيا لکن. جي: "هڪ ڏڪ سان ست ماڻهون هلاڪ ٿي ويون! اتفاق سان سڀ ڪجهه ٿي ٿو!" هاڻي جي انهن جملن ۾ "هلاڪ ٿي ويون" بدران لکجي "مري ويون" ۽ "اتفاق" بدران "ٻڏي" لکجي، ته اهي ڪيڏا نه سمجهه پريا ۽ وڻندڙ جملا ٿي پون!

سنڌيءَ ۾ حرف جملي يا ظرف جا لفظ اهڙا ته سهڻا ۽ سڌا موجود آهن، جو انهن کي ڇڏي، فارسيءَ يا عربيءَ جا ساڳيءَ معنيٰ جا لفظ ڪم آڻڻ نه رڳو ضروري نه آهن، پر پاڻ سان ۽ پنهنجي ٻوليءَ سان وڏي جٺ ڪرڻي آهي؛ مثال لاءِ-

جي، جيڪڏهن بدران اگر
جيتوڻيڪ " اگرچه
پر " ليڪن يا مگر
تنهن، ان، آن- ڪري " لهذا
تنهن، ان، آن- کان سواءِ " ازان سواءِ
تنهن، ان، آن- وچ ۾ " درين اثنا

ان هوندي ,, باوجوديڪ

ڇا ته هجي، هرحال ۾ ,, بهرصورت، بهرحال

سچ پچ يا سچي پچي ,, في الحقيقت، حقيقتاً، في الواقع

ابتڙ ,, برعڪس، خلاف

ڌار ڌار، الڳ الڳ جدا جدا ,, مختلف

تان جو ,, حتيٰ ڪه

متان ,, مبادا

تنهن، ان، آن-هوندي به ,, به اين همه

ڇاڪاڻ ته ,, چونڪه

انهيءَ ڪري ,, بنا برين، چنانچه

نه ته ,, ورنه

ٻيءَ صورت ۾ ,, به صورت ديگر

الڳ، ڌار ,, علحده

ڌار ,, علاوه

پوءِ ,, بعد

هيٺ ,, زير، تحت

ڀيٽ ,, مقابلو

رڳو ,, محض، صرف

ته به، تڏهن به ,, تاهم- وغيره، وغيره

حيدرآباد جي ريڊيي تان، هر روز "جمهور جو آواز" ٻڌايو وڃي ٿو. ان پروگرام ۾ نيٺ ٻهراڙيءَ جي هڪ چڱي مڙس جي ڪردار طور، "عارب خان" پنهنجي اوطاق ۾ ڪچهريءَ جو سرواڻ ٿي ويهندو آهي. هن

پروگرام ۾ هڪڙي ڏينهن ”عارب خان“ جي واتان، سندس ٽيٽ ڀاراڙيءَ جي ڍنگ ۾ ٻڌم: ”ادوڙي! اڇو ته اتحاد ڪيون، اتحاد سان سڀ مسئلا حل ٿي ويندا.“ هاڻي، اسان جا عام ٻڌڻ وارا، جن لاءِ هيءُ پروگرام ٺهي ٿو، سي ڇا سمجهندا ”اتحاد“ کي ۽ ڪيئن سمجهندا ”مسئلن جو حل ٿيڻ“! آن جي بدران ”عارب خان“ هيئن به چئي ٿي سگهيو ته ”ادوڙي؟ اچو ته ٻڌي ڪيون، ٻڌيءَ سان سڀ ڳالهيون نبري وينديون.“

١٧ جولاءِ ٧٢ع تي ٿيل هڪ پروگرام ۾ هن ريڊيي تان هيٺيان لفظ ڪم ايندي ٻڌم، جيڪي سڀ جا سڀ ٻين ٻولين جا لفظ پنهنجي ٻوليءَ تي بار بنجڻ کان سواءِ ٻئي ڪوڙي ڪم جا ٿي ئي سگهيا! انهن جي جاءِ تي اسان جي ٻوليءَ ۾ اڳي ئي ڏاڍا سٺا ۽ سلوڻا لفظ پيا آهن، جو نه آهي اهين ڪم آڻيون، ته جيئن ٻڌڻ وارا ٻڌن ته سمجهي به سگهن!- هيٺ انهن لفظن جي لسٽ ڏجي ٿي:

باشندا = رهواسي، بخوبي آگاهه ٿيا = چڱيءَ ريت يا پوريءَ طرح واقف ٿيا، معيار زندگي = زندگيءَ جو معيار يا پِڌ؛ فلاحي مملڪت = عام ڀلي جي حڪومت؛ باهمي تعلقات = هڪٻئي جا لاڳاپا؛ احترام = عزت؛ تعمير = اڏاوت (تعمير ڪرڻ، اڏڻ)؛ ذي هوش؛ ذي فهم = هوش وارو، فهم وارو، ڏاهو، خبردار، جيب خرچي = کيسي جي خرچي، تعاون =

سهڪار، ترقي يافته = ترقي ڪيل، ايجاد ڪيون آهن = ناهيون آهن، خبرن تي مشتمل پروگرام = خبرن تي ٻڌل پروگرام، فرصت جا اوقات = واندڪائيءَ جون گهڙيون، تعليم جو فروغ = تعليم جو واڌارو، اعتماد = ڀروسو، ضروريات = گهرجون، تعلق رکن ٿا = لاڳاپو رکن ٿا، سرمايو = موڙي، دشواري = تڪليف، ڏکيائي، دڪيجهڻي = ٻڌي، جذبه قرباني = قربانيءَ جو جذبو، جذبه خدمت = خدمت جو جذبو، خيالات = خيال، حاضر خدمت = خدمت ۾ حاضر، ترويج = واهپو، استحڪام = جٽاءُ، وقفو = ساهي مهلت، وڇوٽي، ڏنڊ رهيو = لاڳاپو رهيو، وغيره وغيره.

هڪڙي مشهور ادبي رسالي جي ايڊيٽر صاحب هڪ ڀيري ”پڙاڏي“ بدران ”صداي باز گشت“ جي فارسي ترڪيب ڪم آندي! ڏاڍيءَ نوڙت سان چيومانس ته ”سائين، جيڪڏهن لفظ ’پڙاڏو‘ اسان جي ٻوليءَ مان ائين نڪري ويو ته ”پڙاڏو سو سڏ، ورائيءَ جو جي لهن!“ وارو شاهه صاحب جو املهه بيت ڪير سمجهي سگهندو!“ ايڊيٽر صاحب ڳالهه کي سمجهيو ۽ مڃيو، پر عمل اچا به ڪين ڪنهن ڪتي تي گهٽو گهٽ ڏٺومس ٿو!

اسان جا ڪيترا عربيءَ جي اثر ۾ ورتل ليکڪ وڏي شوق سان عربي اسمن جا عربي جمع ٺاهيندڙ مضمونن ۾ لکندڙ ۾ ڪم آڻين ٿا. سنڌيءَ جو لاڳاپو

عربيءَ سان گذريل ١٢٠٠ ورهين کان ٻه گهٽي عرصي
جو آهي. ايتري ڏگهي لاڳاپي کان پوءِ به، اسان جي
ٻوليءَ ۾ گهاڻ گهٽين عربي اسمن جا ڪي عربي جمع
قبوليا آهن. جيئن ته احوال، افعال وغيره. پر آهي به
هوءَ پاڻ وٽ واحد جي صيغي ۾ ڪم آڻي ٿي. ان
جي ابتڙ سنڌيءَ جي مٿي ذڪر ڪيل ناميارين ادبي
رسالي جي هڪ مهتممي نوٽ ۾ ڪي مون هيٺان ١٢
عربي جمع ڪم آندل ڏٺا: جذبات، احساسات، خيالات،
تصنيفات، تاليفات، ڪمالات، تعلقات، واقعات، معاملات،
تخليقات، امڪانات، اختيارات! جيڪڏهن ڪنهن هڪڙيءَ
ڳالهه اڙدوءَ کي سنڌس اصل کان ۽ پڻ عام ماڻهن
کان ڪٽي الڳ ڪري بيهاريو ۽ بيٺهه هڪ ڌاري
صورت ڏيئي ڇڏي، ته آها انڌائي عربي جمع جي صيغن
جي آن ۾ بيجا ۽ اڻ مٽي پرمسار هئي. انهيءَ ڪري
جيڪڏهن اسان کي پنهنجي ٻوليءَ کي بنيادي طرح
سنڌس اصل صورت ۾ قائم رکڻو آهي ته جيئن ڊاڪٽر
دائود پوٽو مرحوم فارسيءَ جي معاملي ۾ آن لاءِ چئي
ويو ته ان کي فارسيءَ جي اضافت جي ترڪيب کان
پاڪ ۽ صاف رکيو وڃي، تيئن عربيءَ جي معاملي ۾
وري آن کي هن عربي جمع جي صيغي جي استعمال
کان بچائڻ گهرجي. اهي سمورا عربي اسم اسان کي
پنهنجي سنڌي جمع جي صورت ۾ پاڻ وٽ ڪم آڻڻ
کپن ۽ نه سندن اصلي عربي جمع جي صورت ۾.

ضمير مبهم جا لفظ ڪو، ڪا، ڪي ۽ ڪي ۽
انهن سان گڏ ظرف جا انڪاري لفظ ڪونه، ڪانه،
ڪين ۽ ڪين، اسان جا ڪيترا ليکڪ انهيءَ طرح
ڪم آڻين ٿا، جو سنڌي سندن مادري ٻولي ٿي ڪانهي-
دڪ ته "ڪو" مذڪر لاءِ ۽ "ڪا" مؤنث لاءِ،
"ڪي" مذڪر مؤنث ٻنهي لاءِ جمع ۾ ۽ "ڪي"
ڪنهن بيجان شيءِ لاءِ "ڪجهه" جي معنيٰ ۾ ڪم
ايندڙ لفظ آهن. ٻيو ته انڪاري لفظ "ڪونه" ساڳيءَ
طرح مذڪر واحد لاءِ، "ڪانه" مؤنث جي لاءِ جمع
جي صيغي ۾ ۽ "ڪين" رڳو "ڪي" ضمير سان
ڪم اچي سگهن ٿا. جيئن ته:

ڪو ڪونه ايندو،
ڪا ڪانه ايندي.
ڪي ڪين ايندا/ ايندئون.
ڪي ڪين ٿيندو/ گهرجي.

اسان جا ڪيترا ليکڪ اڄ لفظ "ڪونه" مذڪر ۽
مؤنث ٻنهي لاءِ ڪم آڻيندا رهن ٿا. جيئن چون: (ڪو)
ڇوڪرو ڪونه آهي/ ڪونهي ۽ وري هيئن به چون
(ڪا) ڇوڪري ڪونه آهي/ ڪونهي! ظاهر آهي ته
"ڇوڪريءَ" لاءِ "ڪونه آهي" يا "ڪونهي" چئي
ڪين سگهبو، مؤنث واحد جي ان صيغي ۾ لفظ
"ڪا" "ڪانه" ئي ڪم آڻڻ صحيح ٿي سگهن ٿا.

اسان جي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن ۾ وري هڪ عجيب خيال

پيدا ٿيل ڏسڻ ۾ آيو آهي ته هو هڪڙي سان يا سندن زيردست پيرن يا سندن مرد ياٿر ساڻن جيڪڏهن مؤنث جمع جي صيغي ۾ ڳالهائيندا. جيئن ته: ”اوهان چا پيون ڪريو؟ اوهان ڪڏهن آيون آهيو؟ اوهان هاڻي ڪيڏانهن وينديون؟“ وغيره وغيره. ته اها سندن بي عزتي آهي يا سندن شان ۾ گستاخي چئجي! تنهنڪري هنن سان ڳالهائبو، ته چئبو: ”اوهان چا پيا ڪريو؟ اوهان ڪڏهن آيا آهيو؟ اوهان هاڻي ڪيڏانهن وينداً؟“ وغيره، وغيره. ڇو ته هو مرد آهن ۽ عورتون نه آهن! هيءَ خيال اهڙو هڪ ڪُل جهڙو، غلط ۽ هاجيڪار خيال آهي ۽ ٻوليءَ جو هيءَ هڪ اهڙو اڻ گهڙيو ۽ بدزيبو استعمال آهي، جنهن ڪي جيترو جلد ڇڏي سگهجي اوترو سٺو.

سنڌيءَ ۾ ڪيترا اهڙا لفظ، اسم ۽ صفتون، فارسيءَ ۽ عربيءَ مان آيل آهن، جن جي پڇاڙي زيرءَ هه سان ٿئي ٿي. جيئن نقشه، ضلعه، ديوانه، دروازه وغيره. هاڻي، سنڌيءَ جي هڪ خصوصيت هيءَ آهي ته ان جي ڪنهن به لفظ جو پويون پد ساڪن نٿو ٿئي، تنهنڪري سنڌيءَ ۾ ايندي ئي اهي لفظ ٿري نقشو (واحد، حالت فاعلي)، ضلعو، ديوانو، دروازو وغيره ٿي پيا ۽ پوءِ عدد ۽ حالت پٽاندر انهن جو گردان لازمي بڻجي پيو، جيئن نقشا، (جمع، حالت فاعلي)، نقشي (واحد، حالت جري ۽ اضافت)، ضلعا، ضلعي، ديوانا، ديواني، دروازا، دروازي،

وغيره. بجاءِ ان جي، جو هنن فارسي ۽ عربيءَ جي
لفظن کي پنهنجي ٻوليءَ جي انهن آوازي قاعدن موجب
آچارجي ۽ لکجي، اسان جي ڪيترن ليکڪن خود
ڪيترن سنڌي لفظن کي زور ڪري، نڌيءَ ۾ وارن
انهن فارسي ۽ عربي لفظن جي سانچي ۾ وجهي، انهن
جو صيغن پٽاندر گردان ڪرڻ ٿي چڏي ڏنو آهي !—
جيئن: چنو، چنا، چني بدران چون ۽ لکن چنه، پٽو،
پٽا، پٽي بدران رکو پٽه، ٽنڊو، ٽنڊا، ٽنڊي بدران رکو
لکن ٽنڊه، ٿاڻو، ٿاڻا، ٿاڻي بدران رکو ٿاڻه! هيءَ
سنڌي صورتخطيءَ جي توڙي سنڌي صرف جي هڪ
اهڙي غلطي آهي، جو آن مان ٻوليءَ جو ڳالهائڻ
توڙي لکڻ ۾، ڏاڍو دکدائڪ بگڙو ٿي رهيو آهي،
جنهن کي روڪڻ تمام ضروري آهي.

اڄڪله، دڪانن، آفيسن، بسن ۽ لارين، رستن جي
پٽرن ۽ ريلوي اسٽيشنن وغيره تي سنڌيءَ ۾ نالا ۽
پار پٽا لکايا پيا وڃن، پر جتي جتي لکڻ وارا غير سنڌي
يا اڌ پڙهيل سنڌي آهن، آتي هنن بورڊن تي اهي
سنڌي لفظ ۽ عبارتون غلط ٻوليءَ ۽ غلط صورتخطيءَ ۾
لکيون پيون وڃن. جيئن ته هڪ سرڪاري اسپتال ۾
لکيل ڏٺم: "شعبو ڪان، ناڪ، حلق"، "شعبو امراض
زنانو"، "اوقات مريض سان ملاقات" ٻئي هنڌ ڏٺم:
"ديرپا قوت"، ٽئين هنڌ هڪ بس تي لکيل ڏٺم:
"اباوڙو جي لاءِ". جو هئڻ گهرجي ها "اباوڙي

جي لاءِ" يـا رڳو "اباڻڙي لاءِ" جتي جتي، جنهن جنهن سنڌيءَ جي گهڻگهري. ٻوڙهي ٽـوڙي جوان، جو وس پُڄي ته هن کي گهرجي ته ٻڌڙي پٽ اهڙيون لکيل چُڪون، پيار ۽ سهڪاري آمنگ هيٺ، درست ڪرائي ڇڏي.

سنڌي ٻولي گرامر جي خيال کان، گهڻيءَ حد تائين، هڪ پوري قاعدي واري ٻولي آهي. آن جا اسم، ضمير، صفتون، ظرف ۽ فعل هميشه عدد، جنس ۽ حالت سان گڏ پنهنجي صورت بدلائين ٿا. لفظن جو هيءُ ڦيرو يا گردان سيني ٻولين ۾ سندن پنهنجي پنهنجي گرامر جي قانونن هيٺ ٿئي ٿو، تنهن ڪري سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ٻـڻ هيءُ گردان لازمي طرح ڪرڻو پوي ٿو. افسوس، جو اسان جا ڪي ليکڪ، ٻين ٻولين جي اثر هيٺ، پنهنجي ٻوليءَ جي بنيادي ڳالهه، کان بيخبر يـا لاپرواهه بڻجي ويل ڏسجن ٿا. هتي رڳو هڪ اخبار جي ٽن لاڳيتن پرچن منجهان هن قسم جي لاپرواهيءَ جا مثال ڏجن ٿا. جن مان سمجهي سگهبو ته اسان جي ٻوليءَ ۾ ڪيتريءَ حد تائين پنهنجن جي ئي هٿان بگاڙو اچي چڪو آهي، ۽ اچي رهيو آهي:

## تاريخ ٧-٣-١٩٧٢ع جي پرچي مان

(١) ستو پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ کوٽائي شروع.
(٢) رستو بند ٿيڻ سبب مل بند.

(٣) گورنر کي ٿر جو دورو ڪرڻ جي اپيل.
(٤) ريڊيو يڊڻ نان جهيڙو.
(٥) پنجن ڏينهن جو دورو ڪرڻ بعد رپورٽ.

تاريخ ٨-٣-١٩٧٣ع جي پرچي مان

(٦) سنڌ ۾ ڪاغذ جا چار ڪارخانا قائم ڪرڻ جون رٿائون زيرغور.
(٧) سنڌي زبان ۽ ثقافت جو پيپر شامل ڪرڻ جو حڪم.
(٨) سياسي مسافرن جو قيمتي سامان ڦرڻ جي الزام ۾ گرفتار.
(٩) نوڪرين لاءِ درخواستون ڏيڻ کان پوءِ انٽرويو.

تاريخ ٩-٣-١٩٧٣ع جي پرچي مان

(١٠) حڪام طرفان مري ويلن جو تعداد ظاهر ڪرڻ کان انڪار.
(١١) هارين کان قبضو ڇڏائڻ لاءِ پوليس پهتي.
(١٢) مولانا ... بنا معاوضي زمينون حاصل ڪرڻ تي اعتراض ڪيو.
(١٣) زرعي پيداوار جي وڪري جو بندوبست ڪرڻ لاءِ زرعي ادارو قائم.
(١٤) تعلقي جا بنيادي مسئلا حل ڪرڻ تي غور.
حالت جريءَ يا اضافت جي حالت ۾ سنڌيءَ جي

اسمن ۽ صفتن جا لفظ هيٺئين ريت ڦرندا آهن:

(الف) واحد جي صيغي ۾، آ، ا ۽ آ پڇاڙيءَ ـن جي صورت ۾ ڪوبہ ڦيرو ڪونہ ٿيندو، جيئن: ڪَتَ تي، پيٽ تي، ادا ڪي، وغيره.

(ب) واحد جي صيغي ۾، آ پڇاڙيءَ جي صورت ۾ آ ڦري آ جي صورت وٺندو، جيئن: گلَ تي، پيٽَ تي.

(ج) واحد جي صيغي ۾، اوُ پڇاڙيءَ جي صورت ۾ اوُ ڦري اي جي صورت وٺندو، جيئن دلي تي ڪتولي تي.

(د) واحد جي صيغي ۾، اي، او ۽ اُون پڇاڙيءَ جي صورت ۾ لفظ جي آخر ۾ "ءَ" آواز وڌائبو، جيئن: ماکيءَ کي، مٺوءَ کي، مرونءَ کي، وغيره.

(هه) جمع جي صيغي ۾ ئون، يون، اون، اي، آ، آ، آو جون پڇاڙيون ڦري ئن، ين، ن جي صورت وٺنديون. جيئن تہ بلائون، پيٽون، ڪتون، ڏوهي ← بلائن کي، پيٽن تي، ڪتن تي، ڏوهين کي، گلَ، دلا، ملئو ← گلن تي، دلن تي، ملن کي.

مٿي جيڪي ١٤ مثال ڏنا ويا آهن، انهن ۾ پاڻي، رستو، دورو، ريلڊو، پيپر سامان، درخواستون، تعداد، قبضو، زمينون، بندوبست ۽ مسئلا سڀ اسم آهن، جيڪي حالت اضافت ۾ آهن ۽ انهن مان هرهڪ جي پٺيان حرف جر يا حرف اضافت "جي"، گڏجڻو بيٺل آهي،

اڪثري ڪري آهي پنهنجي صفتن ۽ انهن جي اڳيان آيل حرف اضافت جي لفظن سميت پنهنجي صورت ڦيرائيندا جيئن:

(١) سڀني ٻارڙن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوٽائي شروع.
(٢) رستي بند ٿيڻ سبب مل بند.
(٣) گورنر کي ٽر جي دوري ڪرڻ جي اپيل.
(٤) ريلوي پٽڙ تان جهيڙو.
(٥) پنجن ڏينهن جي دوري ڪرڻ بعد رپورٽ.
(٦) سنڌ ۾ ڇهن ڪاغذ جي ڪارخانن قائم ڪرڻ جون رٿائون زيرغور.
(٧) سنڌي زبان ۽ ثقافت جي پيپر شامل ڪرڻ جو حڪم.
(٨) سپاهي مسافرن جي قيمتي سامان ڦرڻ جي الزام ۾ گرفتار.
(٩) نوڪري لاءِ درخواستن ڏيڻ کان پوءِ انٽرويو.
(١٠) حڪام طرفان مري ويلن جي تعداد ظاهر ڪرڻ کان انڪار.
(١١) ڌارين کان قبضي ڇڏائڻ لاءِ پوليس پهتي.
(١٢) مولانا .... بنا معاوضي زمينن حاصل ڪرڻ تي اعتراض ڪيو.
(١٣) زرعي پيداوار جي وڪري جي بندوبست ڪرڻ لاءِ ...
(١٤) تعلقي جي بنيادي مسئلن حل ڪرڻ تي غور.

ٻولي قومن جي طبيعت جو آئينو ٿئي ٿي. مثال طور، اڙدو هڪ واترادي ۽ گهڻ- ڳالهائو ٻولي آهي ۽ سنڌي هڪ ماٺيڙي ۽ ٿور- ڳالهائو ٻولي آهي. هڪ

جو خاص ڳڻ زبان درازي ۽ آپ ۾ تراريون هڻڻ آهي،
۽ ٻيءَ جو خاص ڳڻ نماڻائي ۽ نرم ٻولڻ آهي. تنهنڪري
سنڌي جيڪڏهن اڙدوءَ جي نقل ڪرڻ جي ڪوشش
ڪندي، ته نه رڳو پنهنجو شان وڃائيندي. پر اڙدوءَ
سان آن جي لفاظيءَ ۽ نقاليءَ ۾ مٽ به پنهنجي ڪانه
سگهندي ۽ الٽو انهيءَ ڪوشش ۾ پاڻ کي ڏنو ڪندي.
ڏاڍي گهٽي ڏک جي ڳالهه آهي، جو اسان جا ڪي
هر ڏک- هارڻا دوست اڙدوءَ جي انهيءَ ڏيک ۾ ماڙيچاڻي
سڪ چڪ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ايترا ته ونجي ٿا وڃن،
جو، مثال طور، حيدرآباد ريڊيئي جي آنهيءَ ساڳئي
مٿي چاڻايل "جمهور جي پروگرام" ۾ مون پنهنجن
ڪنن سان اهڙن دوستن کي چوندي ٻڌو. "ادا عارب خان!
بجا ٿا فرمايو!" ("سچ ٿا چئو!" نه)، "ادا، هاڻي ٻڌاءِ
خبرون!" (خبرون" نه)، "تيار تيو" "تيار نه)، "خيال
ڪريو" ("خيال" نه)، (اميد آهي...") ("اميد" نه)،
"درميان" (نون غني سان) (درميان" به نه ۽ "وچ ۾"
به نه) — بنهه ايتري تائين، جو "عارب خان" چوي
ته "ادوڙي، خوش آهين! چڱو ڀلو، جوڙ، متارو!" ته
هن کي جواب ڏين: "عارب خان، عنايتون، ڪرم
فرمايون، ذره نوازيون!" سنڌيءَ ۾ خبرن ٻڌهندي، جيڪو
سر ۽ آواز منجهانئن ڪي اختيار ڪن ٿا، سو سڄيءَ
سنڌ جا ماڻهو ٻڌي پنهنجن ريڊين کي جيڪي سڏيون
سڏئين ٿا، سي ريڊيئي وارا پاڻ ته- ڪوڊ ٿا ٻڌن، پر

هن مضمون جا پڙهندڙ چڱيءَ ريت ڄاڻن ٿا. اسان جي هنن دوستن کي ياد رکڻ گهرجي ته ٻولي لکجي ۽ پڙهجڻ کان گهڻو وڌيڪ ڳالهائجي ٿي. هر ٻولي پنهنجي خاص ڍنگ ۽ لهجي ۾ ڳالهائبي آهي. ڳالهائڻ به هڪ لطيف فن آهي- شاندار، وڏو ۽ تمام ڏکيو. اُن جي ترنم ۽ لئي کي هڪڙو کهرو آواز، هڪڙو اڻ سهائيندڙ اُچار به، ڏکوڏي ۽ ختم ڪري سگهي ٿو. عربي ۽ فارسي لفظ کڻي، اسان انهن جي اصلوڪن اُچارن کي پاڻ وٽ قائم رکڻ لاءِ پابند نه آهيون، جيئن اڙدو سمجهي ٿي ته، هوءَ پابند آهي. مون، خاص طرح، اسڪولن ۽ ڪاليجن جي جلسن ۾ پنهنجن ڪيترن ذاهن ۽ اتساهي جوانن کي ڏٺو آهي ته ميڙ ۾ ڳالهائيندي، هو عربي ۽ فارسي لفظن جن ڳولا ۾ ۽ اُنهن کي هرويرو سندن "صحيح" اُچارن سان ڪم آڻڻ جي ڪوشش ۾ ايترا ته منجهي پون ٿا، جو پنهنجا رواجي خيال به پنهنجا ظاهر ڪري نٿا سگهن. هيءَ ڪيتريءَ نه ارمان ۽ عجب جي ڳالهه آهي، جو ڌارين ٻولين جي ڌڪ ۽ اُنهن جو تاب اسان کي پنهنجي ٻوليءَ جو پورو فائدو به وٺڻ نه ڏئي! جڏهن سنڌ جو امر شاعر لفظ "بغير" کي "بگر" ڪري ڪم آڻي سگهي ٿو- "ڪونهي ڪميڻيءَ جو بگر تو بلو"- اسين خبر، اُميد، تيار، خيال، سوال، ختم وغيره ڇو نه چئون؟ اسين سنڌي برابر مانيٺا ۽ تور- ڳالهائو آهيون، پر اُئين به

ٽيڻ نه ڪپي ته پنهنجن تي، اڙدوءَ جي نقالي ڪندي،
عربي ۽ فارسي لفظن ۽ آنهن جي اچارن جون مهرون
هڻي، ٻنهي، گونگا ٻڌجي ويهي رهون. يا شهري يا علمي
ٻڻجڻ جي شوق ۾ پنهنجي ٻوليءَ کي ايترو بگاڙي
ڇڏيون، جو ٻولي ته ٻولي پر خود پنهنجي عام ڪان ئي
ڪٽجي الڳ ٿي وڃون!

اڄ جي نئين دور ۾ ٻوليءَ ۽ ادب جي بچاءَ ۽
واڌاري جو وڏي ۾ وڏو ۽ ڪامياب ۾ ڪامياب وسيلو
ان ٻوليءَ جي پڙهائي آهي، جيڪا اسڪولن، ڪاليجن
۽ يونيورسٽين ۾ ٿئي ٿي. تمام گهڻي افسوس جي ڳالهه
آهي، جو اڄ اسان جي پرائمري اسڪولن کان وٺي
يونيورسٽيءَ تائين سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي
پڙهائيءَ تي پورو ۽ مناسب ڌيان ڪونه ٿو ڏنو وڃي.
آن جا سبب ڪئي ڪيترا به هجن ۽ ڪهڙا به هجن،
انهيءَ حالت کي هڪدم بدلجڻ گهرجي ۽ اسان جي
تعليمي مرڪزن ۾ اسان جي مادري ٻوليءَ جي پڙهائيءَ
کي ايتري ئي اوليت ۽ اهميت ڏيڻ ۽ ڏيارڻ گهرجي،
جيتري ڪنهن آزاد ۽ سڌريل ملڪ جي اسڪولن ۽
ڪاليجن ۾ آن جي مادري ٻوليءَ جي پڙهائيءَ کي
ملي ٿي ۽ ان ۾ ڪوبه ٻيو نصابي ڪم- جيئن حساب،
انگريزي، سائنس، وغيره- سنڌيءَ تي آڪرو ٿيڻ نه
گهرجي. سنڌي ٻوليءَ جي پڙهائيءَ کي هيئن اسان
جي تعليم ۾ ڀرپور جڳهه ملي، ان لاءِ وڏي ۾ وڏو

فرض اسان جي سنڌي استادن جو آهي، جيڪي اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي پاڙهڻ تي مقرر ٿيل آهن. هڪ ته هو پاڻ سنڌي ٻوليءَ کي پوريءَ طرح پڙهن ۽ سمجهن ۽ ان جي ادبي ۽ علمي خزاني کان وڌ ۾ وڌ واقف ٿين، ٻيو ته پنهنجن شاگردن کي ان جي پڙهڻ، سمجهڻ ۽ ڪم آڻڻ لاءِ پنهنجي وس آهر وڌ ۾ وڌ تيار ڪن. ان لاءِ نصاب ۾ به ڪجهه ڦيرو اچڻ گهرجي، پر سڀ کان وڏو دلي چاهه ۽ ڀرپور پورهيو ئي ڪين توڙي سندن شاگردن کي پنهنجي مادري ٻوليءَ ڏانهن پنهنجن فرضن ۽ ذميدارين جي پوري ڪرڻ لاءِ تيار ڪري سگهندو.

سنڌي ٻولي جنهن خطري هيٺ آهي، اهو ان مان ئي پڌرو آهي ته سنڌ ۾ سنڌي ٻولي صوبائي بنجي، ان لاءِ سنڌ اسيمبليءَ کي بل پاس ڪرڻو پيو. ۽ پوءِ ان گناهه لاءِ ابوجهه ۽ صلح پسند عوام کي ڪيترائي ڪونڌر ڪهاڻا پيا، ۽ ان جي پنهنجي سرڪار کي ڇا ڇا سهڻو پيو ۽ ڇا ڇا نه مڃڻو پيو! هاڻي، سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ جيڪي بورڊ ۽ اڪيڊميون ٺهيون آهن، جڏهن اهي ڏهن ۽ ٻن سالن ۾ يا ٻارهن سالن ۾ جڏهن ٻولي ۾ اهو ڪجهه واڌارو ٿئي، جيڪو هڪ آبرومند قومي ٻوليءَ ۾ سچ پچ ٿيڻ گهرجي. ان لاءِ ڪي ڀرپور تجويزون جُڙن ۽ انهن تي عمل ٿئي. سوين هزارين ڪي علمي ۽ ادبي ڪتاب لکجن، ترجما ٿين،

ڇڇڇن ۽ پڌرا ٿين، سنڌ جا سڀ رهواسي سنڌي سکن،
سنڌي پڙهن ۽ لکن. تڏهن چئي سگهبو ته سنڌ ۾ سنڌي
ٻولي پنهنجي پوري ۽ حقي درجي تي پهتي ۽ اُن لاءِ
اسان جي وڏن جون ۽ اسان جون سڀ قربانيون، جيڪي
ڏنيون ٿيون ۽ اڳتي ڏينداسين ۽ سڀ محنتون جيڪي
ڪيون ٿيون ۽ اڳتي ڪنداسين، سڀ سوليون ۽ سڄايون ٿيون.

ٻوليءَ ۾ ٻين ٻولين جي لفظن کي قبولڻ ۽ قائم
رکڻ جو سوال رڳو ايترو آهي ته ٻين ٻولين جا لفظ
ڪٿا وڃن ۽ پنهنجي ٻوليءَ جا ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ،
بلڪ وڌيڪ سچيت ۽ سهڻا، ڇڏيا وڃن. ائين هرگز هرگز
نه ٿيڻ کپي. ائين ڪرڻ سان ٻولي پنهنجو بنياد بچائي
ته نه سگهندي، پر پنهنجي بنياد سان پنهنجو سيپتائي
لاڳاپو به بحال رکي نه سگهندي. جڏهن ڪنهن ٻوليءَ
جي ڳالهه وڃي اهڙيءَ حد تي پهچي، تڏهن اُن ٻوليءَ
کي پاڻ وٽان ڌاريان زوريءَ به ڪڍي ڦٽا ڪرڻا پوندا.
هيڙو عمل، جنهن ۾ ڌاريان فاسد لفظ ڪوشش ڪري
ڪڍڻا پون ۽ پنهنجا بيگناهه نڪتل لفظ واپس آڻڻا پون،
دنيا جي سڀني سڌريل ۽ سڄاڳ قومن کي، پنهنجي
قومي سڄاڳيءَ جي پهرين منزل تي، پنهنجي پنهنجي
قومي ٻوليءَ جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ لازمي طرح
اختيار ڪرڻو پيو آهي. ساڳيءَ ريت، سنڌي ٻوليءَ
جي اها واڌ به ڪڏهن واڌ ڪانه چئي سگهبي، جنهن
مان، مثل طور، شاهه جي ٻوليءَ جا لفظ گم ٿيندا

ڏيندا بنهه، گم ٿي وڃن، ايتري تائين، جو ڪو سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ ۽ پڙهندڙ شاهه جو رسالو پڙهي ته پڙهي نـه سگهي ۽ پڙهي تـه سمجهي نه سگهي. ايتريءَ قيمت تي ڪنهن ٻوليءَ جـي ”ترقي ۽ سڌاري“ کي ڪهڙي حساب ۾ تـرقي ۽ سڌارو چئي سگهبو! هن خيال کان، اڄ اسان تي واجب بـه آهي ۽ بنهه جائز پڻ، ته پنهنجي ”اسڪولي“ ۽ ”علمي“ ٻوليءَ جي ڪچهه چڪاس ڪريون: ته جيئن ان ۾ اوتري قدر، بلڪ ڪجهه وڌيڪ، تازو ڦوٽهرو ٿئي. ٻوليءَ جـي هيءَ ضروري چڪاس هرڪو اسان جو لائق اديب ۽ شاعر پنهنجي سچائيءَ ۽ فني پختائيءَ سان پنهنجي منهن به ڪري سگهي ٿو ۽ پنهنجي پياريءَ ٻوليءَ لاءِ آب حيات مثل هيءَ بنهه ضروري عمل، ڪنهن رٿائتي ۽ سلسليوار طريقي سان، اسان جا سڄاڻ ۽ مقبول عام علمي ۽ ادبي ادارا پڻ هٿ ۾ کڻي سگهن ٿا.

---

عبدالماجد ڀيڻو
سکر- سنڌ
١٨-١-١٩٧٣ع

ڀاءُ عبدالغفور سدا سلامت هجين

بعد سلامن جي لکجي ٿو ته اڄڪلهه ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته ڀرٽائي ۽ پورڙائي ۾ اسان جيڪو پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻي، پنهنجي ٻولي کي جيڪو پاڻ نقصان پهچائي رهيا آهيون ان لاءِ اسان جو ڌيان ڇڪائيندي، اوهان جيڪو چئلينج وارو ليک لکيو هو؛ اهو سچائيءَ جو سڏ، نهايت وقتائتو آهي. اوهان قرب ڪري مٺڙي مادري زبان جي خادمن ۾ منهنجو نالو به ڄاڻايو هو. مون کي گهڻو اڳ سڏيءَ سڏ ڏيئي پنهنجا ويچار ۽ ويچاءَ اوهان جي معرفت سنڌي زبان جي سڄڻن آڏو رکڻا هئا. پر ڏکارو آهيان، جو ذاتي مصروفيتن جي ڪري سستي ڪيم. ان لاءِ معافي وٺندي، ڪي ڳالهيون نکيڙي نروار ڪرڻ جي ڪوشش پيو ڪريان.

حقيقت اها آهي، ته اسان جا سڄاڻ ليکڪ جهڙوڪ رسول بخش پليجو، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد ابراهيم جويو ۽ عبدالڪريم سنديلو ڪيترين ئي سهڻيون صلاحون اوهان کي ڏيئي چڪا آهن. انهن کي وري ورجائڻ مناسب نٿو لڳي ان هوندي به ڪجهه

ڇوڏو ضرور آهي، ۽ يوسف جي خريدارن ۾ نالو ضرور ڳڻڻو آهي.

حقيقت اها آهي ته سنڌي زبان ڏاڍي نازڪ دور مان لنگهي رهي آهي جڏهن اسان پاڻ نه سنڀالينداسين، ۽ سنڌي زبان جي جوڙجڪ جو خيال نه رکنداسين ۽ نتيجي ۾ ٻولي ڪري ڪاپارجي ويئي، ته پوءِ سنڌي زبان لاءِ اسان جون دانهون ڪوڪون اجايون ٿينديون. چوندا آهن: هرڪو پنهنجي پر ۾ سونهين. پٿر به پنهنجي جاءِ تي ڳورو آهي. اسان جي هميشه ريت رهي آهي ته:

"ايءُ نه ماڙن ريت، جيئن سيڻ مٽائن سون تي"
"جتهڙا ڪَي تتهڙا ماڙون مون متيا"

قديم زماني کان اسان جي ٻوليءَ جي بہ اها پر رهي آهي. سنڌي زبان پنهنجي بنيادي سٽا جي لحاظ کان هر دور ۾ ساڳي رهي آهي. هن ۾ منجهر جهڙي وسعت ۽ هماليه کان وڌ پختگي آهي. ان هوندي بہ هوءَ بيٺل پاڻيءَ مثل نه آهي. هن ٿورو گهڻو اثر ٻين ٻولين جو بہ قبول ڪيو آهي، پر پنهنجي اصلوڪي سٽا ۽ ساخت ڪڏهن بہ نہ بدلائي اٿس. سائين ڪيس ايڏي ڪا سگهه ڏني آهي، جو ڌارين ٻولين کي پنهنجي تر ۾ پيهر گوڙڻ ٿي نہ ڏنائين. دراوڙن جي اچڻ ڪري دراوڙي زبان جي وهواند ٿي، آرين جي آمد کان پوءِ آريائي زبان جو هلہ هنگامو ٿيو. عربن جي آمد ڪري عربي زبان جو چوبول ٿيو. ايرانين جي اچڻ ڪري

فارسي زبان جو آواز گونجيو پر اهو چوبول ۽ هل هنگامون سنڌي زبان جي ست سهي نه سگهيو، ۽ ٿوري ئي وقت کان پوءِ ختم ٿي ويو.

البت ايترو ٿيو، ته انهن ٻولين سنڌي زبان تي هلڪو اثر چڙهيو. دراوڙن جي اچڻ کري ڪجهه دراوڙي لفظ سنڌي زبان ۾ داخل ٿيا. نموني طور ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا. "آوي- آرس- چنبو- ڪنڀار- نير- لوڻ- ٿوءُ- پيٽ وغيره."

آرين جي اچڻ کان پوءِ آريائي زبان جا ڪجهه لفظ سنڌي زبان ۾ شامل ٿي ويا، جهڙوڪ: پرلي- پران- پراپت- سرجڻ- سوڪم وغيره. اهڙي طرح يوناني، ايراني ۽ ترڪي ٻولين جا ڪجهه لفظ بہ سنڌي زبان قبول ڪيا. پر ايترو ٿيو، جو انهن ڌارين لفظن کي عام اجازت نہ ملي جيڪڏهن ٻين ٻولين جي لفظن کي عام جام اچڻ ڏنو وڃي ها، تہ سنڌي زبان جي سڃا ۽ صورت ئي بدلجي وڃي ها. اسان جي وڏڙن سنڌي زبان کي ساهہ سان سانڍيو ۽ سنڌي جي اصلوڪي سونهن ۽ سوڀيا کي هر حال ۾ سلامت رکيو. جيڪڏهن ڪي دراوڙي، آريائي ۽ عربي لفظ ورتائون تہ انهن کي سنڌي زبان جو ويس وڳو پارائي سنڌي ڪري ڪنيائون. ايتري قدر جو اهي لفظ هينئر سڃاڻڻ ۾ ئي نہ ٿا اچن، تہ اهي ڪي ٻين ٻولين جا لفظ هئا. دراوڙي ۽ آريائي لفظن سان تہ اهو عام قاعدو لاڳو آهي عربي زبان جا بہ

ڪي لفظ پنھنجي اصلوکي صورت وڃائي صفا سنڌي
ٿي ويا آھن مثلاً سنڌي لفظ "قنبر" اصل عربي لفظ
"قنور" جي بگڙيل بناوت آھي، پر ھينئر "قنبر" ٺيٺ
سنڌي پيو لڳي.

ٿورا عربي لفظ اصلوکي صورت ۾ به ڪميا وي
جيتوڻيڪ عربي زبان جي وڏن ماھرن جھڙوڪ: مخدو
ابوالحسن، مخدوم محمد ھاشم ٺٽوي، مخدوم ضياء الدين
مخدوم عبدالرحيم گرھوڙي وغيره سنڌي زبان ۾ مذھبي
ڪتاب لکيا، تڏھن به سندن ڪتابن ۾ عربي زبان ۽
گھاٽ گھڻا لفظ ڪم آيل ملندا، سي به اھي، جيڪ
ان وقت تائين عام رواج ۾ اچي چڪا ھئا. باقي زو
ڪري عربي ۽ فارسي لفظ ڪم ڪونه آندا اٿن.

سنڌي شاعرن جيتوڻيڪ عروضي وزن قبول ڪيو
تڏھن به پنھنجي شعر ۾ عربي ۽ فارسي لفظن کي ٿما
گھٽ جاءِ ڏنائون. مخدوم عبدالرئوف ڀٽي ۽ آخوند گ
جو شعر علم عروض موجب آھي، پر ان ۾ گھڻي قا
ٺيٺ سنڌي ڪتب آيل آھي. انگريزن واري زماني ج
وچين ۽ پوئين دور جي شاعرن جي شعر ۾ عربي
فارسي لفظن جو استعمال ڪجھه قدر وڌيڪ نظر اچ
ٿو، پر ان ھوندي به ايڏو گھٽو نه آھي، جو سنڌ
زبان جي خطري جو سبب بڻجي.

ان مان ثابت ٿيو، ته انگريزن جي دور تائين اسا
پنھنجي پر موجب ھلياسين. البت ورھاڱي کان پو

سون تي سيٺ ته چا پر، ڪڪن، ڪانن تي هيرا لعل
جزارن هٿان وڃائڻ شروع ڪيا سون. اسان ايترو ته مت
جا موڙهيل ٿي ويا آهيون، جو سنڌي ۽ سوڌي راهه
ڇڏي وڃي اوجھڙ ۾ پيا آهيون نتيجو اهو نڪتو آهي،
جو ڪمدن ۾ وڃي پلاند اٽڪايو اٿسين. موٽين جهڙا
سلهاڻا لفظ ڇڏي ڪجسا، ڏڪا ۽ پسا لفظ پيا ڪم
آڻيون. اڳي اسين جيڪي عربي لفظ ڪم آڻيندا هئاسين،
هي صحيح نموني اُچاريندا هئاسين. هينئر بين جي پونلگيءَ
۾ غلط پيا اچاريون. اڳي اسين ”سئوال“ سين کي پيش
ڏيئي اچاريندا هئاسين. عربي لغت موجب صحيح به ائين
آهي. پر هينئر ’سين‘ کي زبر ڏيئي پيا چئون ”سوال“
لفظ ”محبت“ اڳي ”ميم“ کي زبر ڏيئي اچاريندا هئاسون.
عربي لغت موجب به ائين ئي صحيح آهي، پر هينئر
’ميم‘ کي پيش ڏئي پيا اچاريون. انهيءَ سلسلي ۾
ريڊيو پاڪستان وارن ته ڪيس ڪلور ڪري ڇڏيا آهن.

اهو ئي سبب آهي، جو سنڌ جي سپوت سائين
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ اوهان کي صحيح صلاح
ڏني آهي ته ورهاڱي کان اڳ واري زبان کي بنياد
بڻايو وڃي، ورهاڱي کان پوءِ اسان پنهنجي چال ڪاري
ڇڏي آهي. انهيءَ سلسلي ۾ وچايل وکر ووڙيندڙ وينجهار
سائين عبدالڪريم سنديلي ۽ سچاڻ سنڌي ليکڪ سائين
محمد ابراهيم جويي ڪيترا ئي مثال ڏنا آهن. اهو ئي
سبب آهي، جو اوهان کي چئلينج وارو ليک لکڻ جي

ضرورت نظر آئي.

اهو صحيح آهي ته جيڪڏهن اسان پنهنجي هلت چلت ۾ ڦيرو نه آندو، ته سنڌي زبان سچائي کان ڀري ٿي ويندي، ٻولي ۾ جيڪڏهن حرف ۽ فعل به ٻين ٻولين جا آندا ويندا، ته پوءِ ان ٻوليءَ جو الله واهي آهي. اسان اهڙا ناسمجهه، ٿي پيا آهيون، جو حرف ۽ فعل به ٻين ٻولين جا استعمال ڪرڻ شروع ڪيا اٿئون. اسان مان ڪيترا اردو فعل "اپنانا" مان "اپنايون" ڪري پيا ڪم آڻين. ليڪن، مگر، حتيٰ ڪ، لهاذا، ۽ اهڙن ٻين حرفن جو استعمال به عام ٿي ويو آهي. زير اضافت ۽ عربي "و" جو استعمال به گهڻو وڌي ويو آهي. ڪن شاعرن جي شعر ۾ ٻين ٻولين جي لفظن جي ايتري قدر ته ڀرمار آهي، جو ڪٿي ڪٿي فقط سنڌي فعل پيو نظر ايندو.

اهو رواج اسان جي ٻوليءَ لاءِ نهايت هاڃيڪار آهي. اسان جي اديبن ۽ شاعرن کي جيڪڏهن پنهنجي ٻوليءَ سان محبت آهي، ته انهيءَ غلط رواج کي هڪدم ختم ڪن. زور ڪري عربي ۽ فارسي لفظ ڪم نه آڻين. اردو لفظ ته آڻڻ ئي نه گهرجن. اسان وٽ جيڪڏهن "منجهون هارڻ" جهڙو سهڻو اصطلاح موجود آهي، ته "آنسو وهائڻ" ڪم آڻڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي!؟

جيڪي عربي ۽ فارسي لفظ ادبي ۽ تنقيدي زبان ۾ ڪم اچن پيا، انهن جي بدران به ڪوشش ڪري نيٺ

سنڌي لفظ رواج ۾ آندا وڃن. مون پنهنجي مضمونن ۽ ڪتابن ۾ اهو تجربو ڪرڻ شروع ڪيو آهي.

تنقيد جي بدران لفظ ”پرک“ آڻيندو آهيان ۽ تحقيق جي بدران ”پروڙ“ ڪم آڻيندو آهيان. مون پنهنجي هڪ ڪتاب جو نالو به ”پرک ۽ پروڙ“ رکيو آهي، ڏسان ٿو، ته منهنجي اها ڪوشش ڪامياب ٿي آهي، ۽ ڪيترا ليکڪ تنقيد ۽ تحقيق جي بدران ”پرک“ ۽ ”پروڙ“ ڪم آڻي رهيا آهن. ”تجزيو“ بدران ”کنا کيڙ“ ۽ ”اکيڙ“ آڻيندو آهيان. اهڙيءَ طرح ”فهرست“ جي بدران ”وچور“، ’وضاحت‘ بدران ”اپٽار“ ’دانشور‘ جي بدران ”سڄاڻ“ يا ”ڏاهو“ ڪم آڻيندو آهيان. ”مقدمہ“ بدران ورهاڱي کان اڳ ”مهاڳ“ لفظ آندو ويندو هو، هينئر مقدمه بدران لفظ ”مهاڳ“ آندو وڃي ته وڌيڪ سٺو ٿيندو. خليفي گل هالائي پنهنجي ديوان ۾ پيش لفظ لاءِ لفظ ”مُهڙ“ آندو آهي. ان کان سواءِ ”وضاحت“ بدران لفظ ”چٽائي“ آندو اٿس. لفظ ”شرح“ بدران ”نکيڙ“ ۽ لفظ ”فصل“ بدران ”وات“ ڪم آندا اٿس. ”اختتام“ بدران پڇاڙي آندو اٿس.

اسان جي اڳين اديبن جڏهن اهي لفظ ڪم آندا آهن ته پوءِ اسان کي ڇو نه ڪم آڻڻ گهرجن. خليفو گل هالائي پهريون سنڌي شاعر آهي جنهن سنڌي زبان ۾ مڪمل ديوان لکيو. اسان جي عروضي شاعرن کي ان کان سبق سکڻ گهرجي، جنهن پڻ عربي ۽ فارسي

لفظن کان ته گهڻي قدر پاسو ڪيو آهي؛ پر پيش لفظ، وضاحت، شرح وغيره بدران به نيٺ سنڌي لفظ ڪم آندا اٿس.

هن سلسلي ۾ شاعرن کان وڌيڪ اخبار نويس وڏا ويل وهائي رهيا آهن. شاعر ۽ اديب وري به سنئين رستي تي اچي رهيا آهن؛ پر اخبارن وارا ويران وير وڌ آهن. هو اردو تحرير جو بي ڍنگو نقل ڪري ٻوليءَ کي بگيڙي رهيا آهن. اخبار نويسن کي منهنجو نماڻو عرض آهي، ته هيڊنگ ڏيندي يا خبر لکندي اڙدو زبان جي اسلوب بيان جي وهڪري ۾ وهي نه وڃن؛ پر سنڌي زبان جي ستا ۽ ساخت کي نظر ۾ رکن.

آخر ۾ اوهان کي اهو عرض ڪندس، ته اوهان جي ڪوشش ۽ ڪوٺ ڪارائتي آهي؛ پر ايتري ڏاڍائي به نه ڪريو، جو سمورن عربي ۽ فارسي لفظن کي هڪالي ڪيي ڇڏيو. ٻين ٻولين جا اهي لفظ جيڪي عام مروج ٿي ويا آهن، ۽ عام خاص جي زبان تي آهن، يا اهي لفظ جيڪي معياري ادبي زبان جو ورثو ٿي ويا آهن. انهن کي هرويرو ڪيڻ نه ٿو سونهين. ڪن لفظن جي اسان کي ضرورت به آهي. مثال طور جيڪڏهن اوهان محترم جي بدران "سائين" يا "ڏولهه" لفظ آڻيندا، ته ڪل جهڙي ڳالهه ٿي پوندي.

اهڙي ڪوشش اسان جي ٻوليءَ جي مزاج ۽ فطرت جي خلاف آهي. انهيءَ ڪري ڪامياب ڪونه ويندي.

سنڌي رٻ ..

ته دراوڙي، آريائي ۽ سميري ر.

ميسارجي وڃي ها، يا وري سنسڪرت، ڇيرو ۽ قديم
ايراني وانگر مرده ٿي وڃي ها. سنڌي زبان زنده ٿي
انهيءَ ڪري رهي آهي، جو هن نين نين ڌارائن کي
پنهنجن اصولن موجب قبول ڪيو آهي. ان سان گڏ
پنهنجي بنيادي سٽا کي به سلامت رکيو آهي.

هيئنر به اسان کي اهو اصول نظر ۾ رکڻو آهي؛
۽ هيءَ جيڪا ٻين ٻولين جي لفظن جي ڀنڊ پچي پيئي
آهي، ان کي ٻنجو ڏيڻو آهي. ساڳي وقت جيڪي لفظ
سري پري جاءِ والي ويا آهن، انهن کي به ٽڙي ڪڍڻو
ناهي. اميد ته هيءَ صلاح سڀائتي نظر ايندي.

ر

...ن کان پوءِ

...رکيا اهڙيءَ طرح اڻ سڌي

...ي ۾ اشارا ملندا رهيا. ڪڏهن تہ پڙهندي

...يون هندون پبو سمجهان. نيٺ خيال آيو تہ حال

حبيبان پيش پريان، ڪجهہ نہ ڪجهہ تہ موڪلجي.

هي ساهت جو سلسلو، جيڪو اوهان شروع ڪري

ڏنو آهي، سو جس جوڳو آهي، چاڪاڻ تہ ماهرن جا

رايا، ڪري ۽ ڪوڙي جي پرک ۽ پروڙ لاءِ ڪسوٽيءَ

جو ڪم ڏيندا. هن ڏس ۾، محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان

بلوچ، ادبي ميدان تي پهريون پڳ ڌريو آهي.

جناب ڊاڪٽر صاحب، جيڪا ساهت جي سچيءَ

دل سان خدمت ڪري ٿو، تنهن لاءِ ساري سنڌ سندس

گڻ ڳائي ٿي. هن پنهنجي رت ۽ ست سان، سنڌ جي

ساري زمين کي ريج ڏنو آهي. جنهن ڪري اپٽائٽيءَ

زمين، جيڪي رنگين ادبي گل ٻوٽا ۽ پن پوٽا پيدا

ڪيا آهن، تن جي سڳنڌ ۽ سرهاڻ ساري سنڌ واسي

ڇڏي آهي. لوڪ ادب جيڪو ورهين کان واءُ ۽

وسين ۾ ندڙڪن جيان پڻڪي رهيو هو، تنهن کي هٿ

ڪرڻ لاءِ پٿر ۽ ٻوٽا، رڻ ۽ راڻو، دڙا ۽ دنگ، جهر

۽ جهنگ جهاڳي، پنهنجي رٿيل ڪم ڪي وڃي راس
ڪيو. هي ڪو اهڙو سڌرو ۽ سولو ڪم ڪونه هو. جو
ڪن ۾ ڪٿي ونجي ها. هت ته جر ماڻهن سمي ڳولهي
هئي يا اونده ۾ نشان چٽڻو هو. فقط اهي ڏي نر نيهي،
اهڙي ڀاري ڪم جي سڙهڻ ۽ سموهڻ جي تڪليف
جو ڪاٿو ڪري سگهندا، جن جا پير پهڻن پٿون ڪيا
هوندا يا ڇپرن ۾ چلي پيرن ۾ ڇالا پيا هوندا. ڪيڏي
نه ساهي منجهائڻي پوي ٿي! سچ پچ ته ڊاڪٽر صاحب
ادبي ڏنوبتيرُ آهي جو بي انت سمنڊ ۾ سر ڏيڻ آهو
ڪٿي الله ڏوهار ڪري) ٿو. پوءِ هن جا لايا سچايا ٿين
ٿا ۽ جوتيون جواهرن جون آڻي سنڌ جي سڄڻ اڏو
رکي ٿو. ڏوڙي جو قدر وارا گهٽي ڀاڳي آڻي ويا، پر
ڏڏهن به اچا پيي آهين، ڪل جڳ ۾ ڪي ڪاپڙي!
اهوئي سبب آهي، جو سنڌ جا سپوت اسان جي ڊاڪٽر
صاحب کي ”بابائي سنڌي“ جو خطاب ڏيڻ چاهين ٿا.
ڀلا، ڇو نه ملي! جڏهن ساري سنڌ جو تڙو ٽانگهيندو
رهي ٿو، جنهن ڪري نه رڳو سنڌ جي ساهت ڏيڻ
سالن جو سٿيل لٽ لهندو رهي ٿو، پر سنڌ جي سچي
تاريخ به گهٽي ڀاڳي ماندي رهي ٿي، جنهن مان بنيادي
نگن اکرن جو پورو پورو پتو پوندو وڃي ٿو. هن باري
۾ بندي جي راهه آهي ته ”بابائي سنڌي“ جي اکين ڏار،
عينڪين جي هار ۽ ساهه جي سينگار خطاب بدران ڪين،
”سنڌ جو سپورنج“ سڏيو وڃي ته ڪيترو اهو

انهيءَ ڪري چوان ٿو، جو ڊاڪٽر صاحب ڏرڙا، ٻرڙا، ٽڪرڙا، ٽوٽڙا ۽ ڳيرا ڳنڍي، وچايل وٺ وڙي هڪ واري همٿ ڪري، نج روپ ۾ ڏني ٿو، جنهن کي لوڪ ادب جي محاوري ۾ ”سپورنج“ چئبو آهي. سپورنج سنسڪرت لفظن جو ميل آهي: = چڱيءَ طرح سان + پورن = پورو = + انج = سينگارڻ - چڱيءَ طرح، پوري ريت سينگاريندڙ - ڊاڪٽر صاحب به لوڪ ادب کي پوريءَ طرح سينگاريو آهي. ”ٻاٻائي سنڌي“ ۾ زير اضافت آهي، جا ٿورڙي ٻڌڻ ڇڪائڻ تي مجبور ڪري ٿي، تنهنڪري ٿلهو ڪاڙهڻ؛ ٿلهو هنڌائڻ جي مثال، پنهنجو ديسي ۽ دل وارو خطاب ”سنڌ جو سپورنج“ ٺيڪ ٿيندو.

جناب ڊاڪٽر صاحب کان پوءِ محترم محمد ابراهيم جويي پنهنجي قلم جي ڪونتل کي ڪڍائي، ڪن نتيجن تي پهتو آهي، جي پڙهڻ پوڻ ٿا. اهڙا پيا به نتيجا ڳولي، پنهنجي ادب جي رکوالي ڪيون، جنهن ۾ ٿي اسان جي سنڌ جي سرمائي جو بچاءُ آهي. جويي صاحب جي لکڻيءَ مان ڏاهپ پئي بکي، ڇاڪاڻ ته دو صاحب، جنهي چٽي ڳٺي بهي، ٿلي سلي، ۽ وهڃائي ويچاري لکي ٿو، جنهنڪري ٻڙهندڙن جي هردي ۾ هنڌ ڪري وڃي ٿو. ڪيس ڏاهي ڪونڻ ٻڌران ”سنڌ جو ٻيڪن“ چئون ته بهتر. جويي صاحب، منصوبي، ملاڪ تمام وغيره لفظن جي باري ۾ جو ڪجهه لکيو آهي، سڀ سيڪڙو سچ آهي. جيڪڏهن هڪ لفظ جو رواج

اردو ٻوليءَ ۾ آهي ته اهو هرويرو لازمي آهي ڇا، ته ساڳيو لفظ، ساڳئي معنيٰ سان، سنڌي ۾ به واپرائجي! اها سنڌيءَ ٻوليءَ سان سچائيپ نه چئبي. هرڪا ٻولي پنهنجي ڪل ۾ ئي سونهين ٿي. جيڪڏهن ڪو عربي، فارسي، ترڪي، انگريزي وغيره لفظ سنڌي ۾ اچي ويو آهي، ۽ سڀڪو سمجهي رهيو آهي ته لفظ سنڌي چئبو، جيئن محترم پليجي صاحب جو خيال آهي، ان لاءِ هڪ ٻه مثال ڏجي ٿو. جنهن مان حقيقت جو پتو پوندو. سنڌي ۾ ”اسپنگر“ لفظ مشهور آهي، ليڪن اهو لفظ اصل ۾ فارسي ”اسپغول“ آهي. جيڪڏهن اسان بازار ۾ اسپغول جي گهر ڪنداسين ته شايد هاٽڪ هڪ ۾ سمجهي، سا ٻي ڳالهه آهي، باقي جهڙو تهڙو دڪاندار سمجهي نه سگهندو. سنڌي ”نافت“ (اٿاٽ) لفظ عام ڳالهايو ۽ لکيو وڃي ٿو، ليڪن اهو لفظ اصل ۾ ”نايافته“ (فارسي) جي بگڙيل صورت آهي- هي لفظ ته سنڌيءَ ورتا، پر عربيءَ به ڪيترا لفظ ٻين ٻولين کان ورتا آهن- جيئن ثقالي، قري عربيءَ ۾ اطريفل ٿيو آهي. اصل لفظ آهي: تري = تي + ڦل = ميوو- تي ميوا يا ڦل: هريڙون، ٻهيڙا ۽ آورا تجوڙي سنڌي آهي، پر اصل ۾ انگريزي لفظ (ٽريزري) آهي.

اهو دنيا جي ٻولين جو دستور آهي ته ڏين به، ته وٺن به، تنهنڪري جيڪي لفظ، سنڌيءَ جي ور چڙهي ويا ۽ پنهنجو حليو بدلائي چٽڪ ديسي ٿي ويا، سي

سواءِ شڪ شبهي جي سنڌي لفظ سمجهڻ ڪپن.

مٿي ڏيکاريل لفظن جي معنيٰ، عربي، فارسي توڙي انگريزي ۾ هڪ جهڙي آهي. جنهن ڏٿلي جو مثال ڏنل آهي. ليڪن اردو ۽ عربي محاوري وارا ڪي لفظ، جڏهن سنڌيءَ ۾ اچن ٿا، تڏهن پنهنجي اصل معنيٰ ڪان ٻيءَ طرح ڪم اچن ٿا. پر اسان جا ڪيترا اخبارن وارا توڙي ريڊئي وارا، توڙي اديب، اهڙن لفظن کي ساڳيءَ معنيٰ ۾ وٺن ٿا، جو بنهه، غلط آهي. جيئن اسان جي ”سنڌ جي بيڪن“ منصوبو، هلاڪ ۽ تمام لفظن جا مثال ڏنا آهن. اهڙا ڪيترائي اردو محاوري جا لفظ آهن، جي ڏهاڙي ڳالهه ٻوله، ۽ ڪچهريءَ ۾ ڪم آڻيندا رهون ٿا. مثلاً: جيڪڏهن فون تي توڙي سنڌي ۾ ڳالهائيندا سين ته به ورندي ڏيڻ لاءِ اردو لفظ: آڇا، آڇا، آڇا، آڇا، آڇا، پيا چوندا سين، ۽ ٻڌي ٻاسي وارو به ساڳي لات لنوندو. جڏهن اهڙن لفظن لاءِ، پنهنجا لفظ ٿي سگهن ٿا ته چئو پرائي ڪتي کي هٿ لائجي! اسان وٽ آ جيءَ، جيءَ جيءَ، جيءَ جيءَ جيءَ، هاءِ ها ها، ها ها ها، چڱو، چڱو چڱو، چڱو چڱو، ٺيڪ، ٺيڪ ٺيڪ، ٺيڪ ٺيڪ، کهڙا نه مٺڙا ۽ سادڙا، پر موهيندڙ لفظ آهن ته به ٻڌي ٻاسي ناڻيندا رهون ٿا.

جيئن ”ڏسو“ ماستريائيون، هيڊماستريائيءَ يا آفيسريائيءَ کي آپا چون ٿيون. اهڙيءَ طرح ڇوڪريون وري ماستريائيءَ کي آپا چون ٿيون. جڏهن آپا لاءِ ڀيڻ ۽

ادي لفظ موجود آهن تہ پوءِ ٻين لفظن جو ڇو پيڇو ڪجي؟ گهرن ۾ ٻہ ادي يا ڀيڻ کي باجي چون. ترڪيءَ ۾ باجي چون وڏيءَ ڀيڻ کي؛ ماسيءَ کي خالا چون. ڀلا، ائين ڇو؟ اهڙي ڪا وير وهي آئي آهي ڇا، جنهن ۾ اسان سڀ گهرجي ويا آهيون! جڏهن پنهنجو ڪافي وکر وهايل آهي؛ تہ پوءِ ڇو نہ پنهنجيءَ مان پورت ڪجي.

ٿو وٽ ٿيهر پنهنجو، وڃ مڙيوئي وٽ،
سا ڪا ڪوئي ڀٽ، جنهن ۾ نشو نينهن جو.

سنڌي اخبارن ۽ ريڊيي وارن تہ رڻ ڪري ڇڏيو آهي. محاورا سنڌيءَ ۾ نهن نہ نهن، تہ بہ ٺنيهو ٻيڻا آهن. تنهن ڏينهن اخبار ۾ آيو: .... ڄار وڇائيندا سين. ڄار وڇائڻ؛ ڄار پکيڙڻ، ڄار وجهڻ، ڄار اڇلائڻ، وغيره شڪارين جا اصطلاح آهن؛ خبر ناهي تہ ڇو اهي جال بڇانا، جال ڦهيلانا، جال ڦهينڪنا، جهڙا ڄاڳندا لفظ ڪم آڻيندا رهن ٿا. ڄار، اصل ۾ جال آهي؛ جنهن جو بنياد يا ڌاتو آهي: جل جل جون ٽي معنائون آهن: ڍڪڻ، مارڻ ۽ اڇلائڻ ڄاريءَ سان ڪنهن شيءِ، مڇي، ڏوڙي وغيره کي ڍڪبو آهي، پکي مارڻ لاءِ، ڄار وڇائبو آهي. مڇي مارڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ ڄار اڇلائبو آهي. تنهنڪري ائين چوڻ تہ ريلن جو ڄار وڇائيندا سين، غلط آهي. چوڻ گهرجي؛ سنڌ ۾ ڇپي ڇپي تي مسافرخانا ٺهرائيندا سين يا ڇپي ڇپي تي نلڪا هڻائيندا سين. هٿ هڪڙو مثال ڏيڻ اچي ٿو. ڪنهن اداري طرفان، مون کي ٻن سالن

کان انگريزي سنڌي لغت جو ڪم سونپيل آهي، ۽
شايد ڊسمبر ۾ پورو ڪري ڏيان. هڪ لڳا، ترجمي
ڪيل لفظن جي هڪ ٽڙ ٺاهي، واسطيدار آفيسر ڪي
سڌاري ۽ واڌاري لاءِ موڪلي ڏنم. هڪ انگريزي لفظ
جو ترجمو ٻني ٻارو ڪيو هوم، پر سڌارڪ صاحب
کي اهو لفظ نه آوڙيو؛ جنهن ڪري لفظ کي ترڪي
(ليڪ ڏيئي) ڪيتي ٻساڙي لکي موڪليائين ۽ پنهنجي
ليٽر ۾ "شمَلَ متڌ" سان لکيائين ته منهنجون درستيون خيال
۾ رکي، ڪم ڪندا رهو. جيستائين ڪ سڌارڪ صاحب
آتي هو، تيستائين وري ٻي ٽڙ موڪلڻ جي سگهه ساري
نه سگهيس تـه مٿان هٿي لفظن جا ياڳا پيري وجهي.
هاڻي ٻڌايو ته ٻني ٻـارو پنهنجو ديسي محاورو ٺيڪ
آهي. يا اردوءَ جو ڪيتي ٻاڙي!

اردو محاورن کي هيٺين سان هنداڻجي، پر اهڙيءَ
طرح جو لعل به ليي ۽ پريت به رهجي اچي. جيڪڏهن
جيٺري جاڳندي تصوير ڇڪبي ته آهو لاءِ ۽ ساهُ نه
رهندو. مثلاً: اردوءَ ۾ لکندا آهن: مثال ڪے طـور پر.
اسان به لکندا آهيون: مثال جي طور تي، فرق ڪهڙو
رهيو؟ اج هڪ دوست آيو ۽ چوڻ لڳو ته، ڪم سي ڪم
مون ڪان نه پڇو ها؟ گهٽ ۾ گهٽ چون ڪان الاجي
ڇو ڪيو دائين. ڪانئس پڇيم ته "ادا، مون وارو ڪتاب؟"
چيائين، "اج ڪلهه موٽائي ڏيندس." ڪيس چوڻ کپندو
هو ته اج سڀان موڪلي ڏيندس. اردو ۾ ڪل گذريل

۽ ايندڙ ڏينهن لاءِ ڪم ايندو آهي، پر اسان وٽ يعني سنڌيءَ ۾ رڳو گذريل ڏينهن لاءِ ئي ڪم ايندو آهي. پر جيڪڏهن سنڌي محاوري ۾ اڄ ڪلهه جو استعمال ڪيون ته موجوده وقت جي معنيٰ ڏيکاريندو. جيئن: اڄ ڪلهه علم ڪونهي. مطلب آهي ته اڄوڪي وقت ۾ علم جي آثار آهي. هيٺين ٻهاڪي مان به اڄ ڪلهه جي ادائي معنيٰ نڪري ٿي.

اڄ ڪلهه جا جوان، ڪاتي جا مياڻ،
ڌڪو ڏين ٻين کي، ته ڪري پون پاڻ.

ٽوڪ کي مذاق، تنهن مان مذاق اُڏائڻ چون.

جيڪو ڏاڍو سو ڳابو کي چون: جس کي لاٺي آس کي ڀينس. هڪ ميٽنگ ۾ ويٺا هياسين ته هڪ ميمبر صاحب چيو ته، ”ٻهريائين ڪم جو ڍانچو تيار ڪيون.“ ڍانچي لاءِ سنڌي ۾ خاڪو لفظ موجود آهي تہ پوءِ چو (سمجهه × دار) ڌڙ ريڊيو سسي ٻاڪري. واري لفظ کي پنهنجو ڪيون؟

اخبارن ۽ ريڊئي وارن ته سمجهوتو لفظ کي ڪڙي قابو ڪيو آهي. جيتوڻيڪ سمجهوتو لاءِ پرچاءُ، ٺاهه لفظ موجود آهن. تنهن کان سواءِ ٿورو پريرا لفظ: صلح، راضي نامون به موجود آهن. رمضان مهني ۾: روزي رکڻ کي اوقات سحري ۽ روزي ڇوڙڻ کي اوقات افطاري چيائون. دوا جي ڊوز کي ڪي ڊوز چون ته ڪي خوراڪ توڙي جو اسان وٽ انهن جا بدل آهن ۽ پيما

لفظ موجود آهن. دوا جا ٿي آچر معنيٰ ٿي وزن. ڪاڏڻ ڪان پرهيز ڪرڻ ڪي؛ ڪي پرهيز چون ٿا ـ ر ان لاءِ به رک ۽ ڪيري لفظ موجود آهن. سنڌيو ڪي هم زلف ۽ پيٽوڙي ڪي پائيجان چون. رشوت لاءِ رسائي ۽ وڍي لفظ ڪم آڻجن. هڪ چوڻي:

هٿُ وڍي، ڪنُر ٻڌيل، ته ڪم ٿيئيئي.

يعني آفيسر کي رشوت ڏيئي، آهلائي وڃهنس ته ڪم ٿيندو. يعني: گهڻي رشوت ڏينس. اڻتي ڪرپشن ڪاٽي ڪي رسائي توڙ ڪاٽو چئجي.

بهرحال جيڪڏهن سارو سمنڊ سوڌيو ته الاجي ڇا ڇا نڪري نروار ٿيندو. اسان جو اهو مطلب نه آهي ته، وهي نه وهي، وٺ رينگٽ ڪي! پر جيڪڏهن عربي، فارسي، انگريزي وغيره لفظ زبان تي چڙهي ويا آهن ته ڇو نه ڪم آڻجن. جيئن دڪان، دوا، گلاس، گئس، گاسليٽ وغيره. پر اهو مناسب نه ٿيندو جو ڇاڻي واڻي، مزور کي مزدور، ڪڙميءَ کي ڪسان، ٻورچيءَ کي باورچي، ڪاٺين کي لڪڙي، خرار کي خروار، کسکس کي خشخاش وغيره چئون. جيڪڏهن اڃا به ان آڏل کي ٻنڌو نه ڏنو ويو تہ اهو سيڪ، سنڌي ادب جي مضبوط ڪوٽ کي (خدانخواسته شل شيطان جا ڪن ٻوڙا هجن) پنهنجي اثر ۾ آڻي ڇڏيندو، جنهنڪري ڪيون پٿيون به ڪلر ڇاڻيندون رهنديون. پوءِ جيڪا مٺاڪڙ ڪبي سا ويڙرٽ وينديءَ. جيڪري ڪجهه نه

ڪيائون، مٿي ڍڍ ڍڍ پٽيائون، ان ڪري سنڌ جي اديبن کي عرض آهي ته هينئر ڪان ٿي ان ليٽ کي لٿي مٿي ڪرڻ لاءِ، سنڌرو ساهي ڀڏن ته جيئن ڪتان ٻه روڻ نه ٻوي.

عمر، اسان ابوجهلا، تلولا نه تاليون،
چورا، چڏيل چتڙا، ڪنين ول واليون،
طعاما آهي م تن کي جي ڏڻن جون ڏاليون،
آليون ۽ لاليون اسان چوڪا چت ۾.

———

## تنوير عباسي

سرمد هائوس، خيرپور — جيئي سنڌ

٨ فيبروري ١٩٧٣ع — پيارا ڀاءُ عبدالغفور،

توهان جو خط مليو، يادگيريءَ لاءِ مهرباني، مان حيدرآباد ايندو آهيان ته هر دفعي ملير ڪتاب گهر تان ڪتاب خريد ڪندو آهيان ۽ توهان جو پڇندو آهيان، هر دفعي توهان نه ملندا آهيو، اميد ته ملڻ ٿيندو.

اوهان ملير ۾ لکڻ لاءِ چيو آهي. مان خاص ڪري "سنڌي ٻوليءَ کي للڪار" وارو مضمون سنڌيءَ جي هڪ نمائي شاگرد وانگر پڙهندو آهيان. اهو تمام سٺو موضوع شروع ڪيو اٿوَ. اسان جي ٻوليءَ کي هن دور ۾ جيترو بگاڙيو ويو آهي اوترو سڌاريو به ويو آهي. اسان جي نئين دور جي شاعريءَ توڙي افسانن اسان کي صاف-سٿري ۽ سهڻي ٻولي- نوان لفظ- نيون تشبيهون ڏنيون آهن ته ريڊيو ۽ اخبارن اسان جي سهڻي سدا ملوڪ ٻوليءَ جو منهن بگاڙيو آهي.

هروڀرو ائين به نه هجي جو ٻولي اها لکجي جيڪا پراڻي هجي ڇو ته نئين سائنسي ۽ صنعتي دور جي سوچ به اڳئين دور کان جدا آهي ان ڪري ان سوچ جو اظهار به ٻئي قسم جي ٻوليءَ ۾ ٿي سگهندو.

شيڪسپيئر ۽ پائونڊ جي انگريزي ساڳي ناهي. نه وري امرالقيس ۽ طه حسين جي عربي ساڳي آهي. پر اصل مقصد آهي ٻوليءَ جي سونهن سيبائتي ۽ وياڪرڻ بـ سلامت رهي، ته ان ۾ نوان نوان لفظ به شامل ٿيندا اچن، جيڪي نون سائنسي توڙي صنعتي خيالن جي ترجماني ڪري سگهن.

اسان جي ٻوليءَ ۾ وڏو ڀنڊار آهي. آخر انگريزن به سائنسي لفظ آسمان مان ڪونه آندا آهن. هڪ لفظ آهي Voice Vocal-Cord معنيٰ آواز وارو. Cord يعني "آوازي ڏوريون" جيڪي نڙگهٽ ۾ آواز پيدا ڪن ٿيون.

ساڳي طرح Lucas معنيٰ اڇو. Leucoma معنيٰ اک تي "اڇو ڦلو" Leudoderma ۾ ساڳيو Leuco اڇو Derna معنيٰ کل. يعني اڇي کل. Moion معنيٰ چرپر. موٽر Motor معنيٰ چوريندڙ. Motor Boat چرندڙ ٻيڙي. Motercycle معنيٰ چرندڙ سائيڪل: Motor Car معنيٰ چرندڙ گاڏي ۽ اهڙين Motor مان الاڏي ڪيترا لفظ ٺهيا.

اسان وٽ به اهڙين لفظ موجود آهن. ڪي ته اهڙا حيرت ۾ وجهندڙ آهن جو لفظ ۾ ان جي معنيٰ ظاهر آهي. جيئن ٽڪنڊو- چوڪنڊو- پنج ڪنڊو- گولي ڪنڊ- ويڪري ڪنڊ. هاڻي سوچيو ته مثلث- مربع سولو يا ميءَ لفظ سولا.

اکين جي بيماري آهي جنهن کي انگريزيءَ ۾ Nebule (اک جي تاري تي ڌنڌ) سنڌيءَ ۾ ڇارو- انگريزيءَ ۾ Leucome (اک جي تاري تي اڇو ٽڪو) سنڌيءَ ۾ رتي- انگريزيءَ ۾ Siaphyloma سنڌيءَ ۾ ڦلو- ساڳيءَ ريت Ptoringuim کي ڇوڙ انب.

هڪ ذهني مرض آهي جنهن ۾ مريض ننڊ ۾ گهمندو آهي. ان کي سنڌيءَ ۾ ڇوڙ "اوٺارو" اسان جا ڪاساڻي ڪيترا علم بدن جا لفظ ٻڌائيندا.

ته اصول اهو ڄاڻجي ته جيڪي لفظ اڳ ۾ استعمال ۾ آهن، ۽ سمجهڻ ۾ سولا آهن اهي قائم رکجن. جيڪي لفظ موجود ناهن اهي ڄاڻجن جيئن Motor مان انگريزي ڄاڻيا، ۽ جي سولائيءَ سان نهن ۽ عام ماڻهوءَ جي سمجهه جهڙا هجن ته ٺيڪ، نه ته اهي انگريزي ئي رهڻ ڏجن، جيئن ريل- گلاس- ٽيشن- ٽڪيٽ انهن لفظن کي ترجمو ڪبو ته اجايو مونجهارو ٿيندو.

جي ٻولي کي بچائڻو آهي ته اخبارن ۽ ريڊيو کي ڪا ميڙ وجهجي.

ڪي لکن پرڏيهي وزير ڪي لکن وزير خارجه ماڻهو منجهي پون ته ڪالهه پرڏيهي وزير کي ڪ نئون ڪاتو به ڏنو اٿاڏون.

اهڙن لفظن جي هڪ وچور ڄاڻجي ۽ سيني اخبارن ۽ ريڊيو وارن کي موڪلجي جيئن هڪ لفظ ڪتب آڻين ساڳيءَ طرح ڪيترا اخباري لفظ Jnited nation

جهڙا ترجمو ڪري هڪ اهڙي معياري لسٽ ٺاهي سڀني اخبارن جي نيوز ايڊيٽرن آڏو رکي ڇڏجي جيئن اهي خبرن لکڻ مهل ان تي نظر وجهي يڪدم مطلب جو لفظ ڳولي سگهن.

مطلب ته وچٿرو طريقو اختيار ڪجي- نه ڪي ماضيءَ جي رسمي سان پاڻ کي ٻڌي ڇڏجي جو اڳتي چرڻ به ڏکيو ٿي پوي، ۽ نه وري ان سان سڀ ناتا توڙي ڇڏجن.

---

صاحب خان چنو

# شاهه ۽ سنڌي ٻولي

فرد ۽ سوسائٽي جي مجموعي فڪر ۽ شعور جو تعين ماحول، ماديءَ حالتون، دنياوي ۽ سماجي حقيقتون ڪن ٿيون. هر فڪر ۽ فلسفو پنهنجي ماحول سان گهري نسبت ۽ لاڳاپو رکي ٿو. هر شيءِ اضافي آهي. شاهه جو شعر ۽ فڪر پڻ پنهنجي وقت جي ماحول ۽ دنياوي حالتن جي نمائندگي ڪري ٿو. هي جو سندس شعر اسان کي اڄين لڳي رهيو آهي جڻ حال جي باري ۾ لکيو اٿس. ان جو سبب اهو آهي ته سنڌ وري ساڳين سورن ۾ آهي. سنڌ جي حالتن وري ساڳيو ڦيرو کاڌو آهي ولت وري سبق ڏنو آهي. ”ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي ڪهڙا پرين؟“ اسان کي وري احساس ٿيو آهي ”جيها ڪي تيها، مارو مون مڃيا“ واقعن وري ثابت ڪيو آهي ”ڏ ُريان ئي ڏاريان، مٽ. مٽيءَ جا نه ٿيا“ اسان وري محسوس ڪيو آهي. ”حيف تنين تي هوءِ، وطن جن وساريو“ سنڌ ۾ رهي وري ساڳي سنڌ دشمني ڪئي پئي وڃي. سنڌي کي مٽائڻ جا وري ساڳيا سانباها آهن. سنڌ مٿان ڌاري ٻولي مڙهڻ جون وري ساڳيون

ڪوششون آهن. تاريخ وري پنهنجو پاڻ کي دهرائي ٿي. سنڌ ۾ ٻوليءَ جـو مسئلو ڪو نئون ڪونه آهي ۽ نه ئي ڌاري ٻولي ڳالهائيندڙن طرفان پنهنجي ٻولي مڙهڻ جي ڪوشش ڪا نئين آهي اهڙي طرح سنڌي حڪمران ٽولي طرفان پنهنجي ٻولي سان بيوفائي ۽ ڌارين کي خوش ڪرڻ جي نيت ڪا نئين آهي ۽ نه ئي سڄاڳ سنڌين طرفان ڌاري ٻولي ۽ ان جي سالارين تي جهلهون نيون آهن. سومرن ۽ سمن جي دور کان پوءِ ارغون، ترخان ۽ مغل دورن ۾ شعوري ڪوششون ونئي سنڌيءَ بدران فارسي ٻولي کي نوازيو ويو، جيئن پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌيءَ بدران اردو کي نـوازڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. جنهن به ڏيهي پرڏيهي ان ٻولي تي عبور ٿي حاصل ڪيو تنهن کي وڏا وڏا عهدا ٿي مليا. فارسي کان غير واقف هئڻ وارن کي حڪومت ۽ دربار جي ڪاروبار ۾ ڪوبه دخل نه هو. فارسي سکڻ، پڙهڻ ۽ لکڻ کي وڏ ماڻهپي ۽ علمي فضيلت جو معيار مقرر ڪيو ويو. مشهور چوڻي ”فارسي گهوڙي چاڙهسي“ ان ماحول جي پوري عڪاسي ٿي ڪري. هڪ سنڌي پنهنجي ٻئي ياءُ ڏانهن، موجوده پنجاب جي باشندن وانگر، سنڌي ٻوليءَ ۾ خط پٽ لکڻ به شرم محسوس ڪندو هو. سنڌي کي دهقاني ٻولي سمجهيو ويندو هو. اما گهر جي چار ديواري ۾ بند هئي يا سنڌ جا مال چارينڌڙ مارو ڳالهائيندي نظر ايندا هئا.

ڪلهوڙا جيتوڻيڪ سنڌي نسل جا هئا پر جيئن ته پيري مريدي جي ذريعي مان ترقي ڪري حڪمران بنيا هئا، تنهن ڪري هنن پنهنجي سلامتي انهيءَ ۾ سمجهي ته فارسي جي مذهبي ۽ سياسي حيثيت برقرار رکن. هنن کي هڪ طرف فارسي نواز ايراني، قنڌاري ۽ افغان حڪمرانن سان ذهني هلڻو هو. جن جي هو آڏو ڪي پريندا هئا. ٻئي طرف کين سنڌ جي ڦيهل طبقي کي راضي رکڻو هو، جو گهڻي ڀاڱي فارسي جي وسيلي ان پد تي پهچڻ ڪري ان جو سخت حامي هو. پاڙيسري طاقتور حاڪمن ۽ ملڪي ڦيهل طبقي سان ڦٽائي، ڪلهوڙا پنهنجي سياسي مستقبل کي خطري ۾ آڻڻ جو جوکو کڻڻ لاءِ تيار نه هئا، تنهنڪري هنن ۾ اها جرئت نه ٿي جو فارسي کان ٻندس جائز حيثيت کسي، سنڌي ٻولي کي پنهنجو جائز مقام ڏين. هنن سلامتي انهيءَ ۾ سمجهي جو موڙگو پنهنجي اصليت بدلائي عباسي سڏائي عرب ٿي ويا، جيئن موجوده دور ۾ پٽا آرائين ٿي وڃن. وقتي فائدو حاصل ڪندڙن هميشه حڪمران نسل مان سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪيو آهي: اهو ئي سبب آهي جو سنڌي هندن ۾ آريه سڏائڻ ۽ مسلمانن ۾ عرب سڏائڻ جو مرض پيو. هي پراڻي طنزي چوڻي "ٻن سال قريشي ٽيو آهيان ايندڙ سال سيد ٿيندس،" ان ذهنيت جي پوري ترجماني ڪري ٿي. ان وقت فارسي لاءِ لڳ ڀڳ اهو ماحول هو جو ون ٻونتي دور

۾ اردو لاءِ پيدا ڪيو ويو هو. سنڌي وزيرن ٽي ٻه اردو جا دورا پوندا هئا ۽ ڏينهن رات واعظ ڪندي نه ٿڪبا هئا ته ”اي سنڌيو! اردو سکو نه ته سوين سال پوئتي رهجي ويندا، پوءِ نه چئجو ته اسان کي خبر نه هئي.“ سنڌين کي خبر هئي ته ”فارسي گهوڙي چاڙهسي“ جي ماحول پيدا ڪندڙن کي انهي ساڳي سنڌ ۾ تاريخ اهو سبق ڏنو جو بدحواس ٿي چوڻو پيو ته ”پڙهيو فارسي وڪڻو تيل، ڏسو يارو قسمت جو کيل“ ڪين سنڌين بدران سنڌي نه سکندڙن کي صلاح ڏيڻ گهربي هئي ته سنڌ ۾ رهڻ چاهيو ٿا ته سنڌي سکو نه ته اوهان کي به قسمت جو کيل ڏسڻو پوندو.

لطيف بلڪل اهڙي ماحول ۾ اک کولي جنهن کوبه اعليٰ فڪر فارسي بدران سنڌي ۾ پيش ڪرڻ فضول ۽ ناممڪن سمجهيو ويندو هو. فلسفي ۽ حڪمت جون ڳالهيون فقط فارسي لاءِ مخصوص سمجهيون وينديون هيون، جيئن ڪجهه عرصو اڳ جڙتو پرچار ڪئي ويندي هئي ته سائنسي فڪر کي جذب ڪرڻ سنڌي ٻوليءَ جي وس جي ڳالهه نه آهي. فارسي نه ڄاڻندڙ شخص کي ڪمتر ۽ ڪم فهم مخلوق سمجهيو ويندو هو. فارسي تي دسترس رکندڙ کي عقل ۽ دانش جو صاحب ۽ اعليٰ مرتبي جو مالڪ سمجهيو ويندو هو. لطيف اهڙي غلام ذهنيت واري ماحول خلاف بغاوت ڪندي فارسي جي ڪوڙي وڏيرپ کي هن طرح ٽوڙ ۾ ملايو:

جي فارسي سکيو، گولو ته وه غلام،
اچيو تان آب گهري، بکيو تان طعام،
اي عامن سندو عام، خاصن منجهان نه ٿئي!

پنهنجي ابائي پر وساري ڌارين جو طور طريقو اختيار ڪرڻ سان ڪو شخص حاڪمن وٽ ڪيتري به پهچ رکي پر تڏهن به ڪيس غلامانه ذهنيت هئڻ ڪري خسيس ۽ رواجي شمار ڪبو. جهڙيءَ ريت سينگار ڪرڻ سان گڏهه مان گلفام ڪونه ٿيندو. هن مرونءَ سندي ماس تي مائٽ مٿايا آهن. سون تي سهڻ مٿائڻ وارو وهنوار قطعن غير سنڌي آهي ۽ ڪنهن به صورت ۾ عزت ۽ تقليد لائق نه آهي.

شاهه فارسي جي ڪوڙي وقار جا ڏاچوڙا فقط انهي بيت وسيلي نه ڪيا آهن پر فارسي ۽ فارسي ڳالهائيندڙن لاءِ هن جي حقارت ڪيترن ئي بيتن ۾ نهايت چٽي ۽ ظاهر آهي. هڪ هنڌ هو چوي ٿو:

پيم پڻائن سين، پولي جي نه پڄهن،
سون سنڌي جو سيو ڪريان، هو پارسيون پڄن،
سون پڻ ملاڻن، سرتيون سور پرائو!

سنڌي بدران فارسي ۾ گفتگو ڪندڙ ڪوڙن عالمن جي ڪچهري مان شاهه صاحب کي اهو ئي ذهني ڪرب ۽ پيڙا پراپت ٿي آهي، جيڪا هن دور ۾ هڪ سچو قوم پرست پڻ سنڌي عالمن کي سنڌي بدران اردو ۾ گفتگو ڪندي محسوس ڪري. اهڙن ماڻهن کان لطيف

پناهہ ڳوري آهي. هو چوي ٿو:

برو بگيرد، جيءَ ڏين پارسيون پاڻ ۾،
مون لوڏن ٿي لکيا، تہ ماڃا ڪندا هي،
ماريندا مون کي، پنهون نيندا پاڻ سين!

سنڌ اندر رهي ڌاري ٻولي ڳالهائيندڙن کي لطيف ملڪ ۽ قوم جي وقار ۽ آزادي لاءِ هاڃيڪار سمجهي ٿو. اهڙن ڌڄارن مان چڱائي جي اميد رکڻ ٻرن ڪان ٻير گهرڻ برابر آهي. ناڳن کي کير پيارڻ مان نيٺ نقصان رسندو. وڇون پنهنجي عادت پٽاندر اوس ڏنگ هڻندو، اوجهہ تہ ڇڏيندي اوجهري توڙي ڏوپندي منجهہ درياهہ.

لطيف نہ صرف اهڙن شخصن لاءِ ڀرپور حقارت رکي ٿو پر انهن جي ٻولي، تهذيب ۽ هر شيءِ کان بيزاري ڏيکاري ٿو. هو پنهنجي ٻولي، تهذيب ۽ وطن جي هر چيز سان پيار ڪري ٿو. هن فارسي ٻولي سان فارسي شاعري جي بحر وزن اپنائڻ کان بہ پاسو ڪيو ۽ سنڌي ٻولي جي وسعت، رواني ۽ حسن کان آشنا ٿيڻ لاءِ عالمن توڙي ڌراڙن سان روح رهاڻيون ڪيون. انهيءَ ڪري ئي هن جا بحر، وزن، تشبيهون، استعارا، بندشون، انداز فڪر سڀ نيٺ سنڌي آهن.

رسالي جو مطالعو ڪندي معلوم ٿئي ٿو تہ سادي، سلوڻي ۽ سهڻي ٻولي ۾ اعليٰ ۽ نفيس ترين فڪر جو سمنڊ ڇوليون هڻي رهيو آهي. جڏهن تہ هو فڪر ۽ فلسفي جو ديو سنڌي ٻوليءَ جي بوتل ۾ بند ڪرڻ ۾ ڪامياب

ٿي ويو آهي. اهوئي سبب آهي جڏهن فلسفيانه نڪتا
بڪرارن جي ٻوليءَ ۾ پيش ٿيا تڏهن دنيا دنگ رهجي
وئي ۽ سڄي سنڌ جهومي اٿي. غالب ۽ اقبال اردو
جا نمائنده شاعر چيا وڃن ٿا، تن جو گهڻي ڀاڱي شعر
فارسي ٻوليءَ ۾ آهي. هنن صاف اعتراف ڪيو آهي ته
اردو ٻولي ۾ اعليٰ فڪر پيش ڪرڻ جي صلاحيت نه
آهي، ان ڪري هو اعليٰ ۽ اوچا فڪر فارسي ذريعي
ظاهر ڪرڻ تي مجبور آهن. پر صديون اڳ سنڌ جي
قومي شاعر سنڌي بابت اهڙي ڪابه شڪايت نٿو ڪي
۽ غالب ۽ اقبال کان به اعليٰ ۽ نفيس فڪر سنڌي
ٻولي ۾ پيش ڪري ويو. فردوسي ايراني مزاج ۽ فڪر
کي ”شاهنامه“ ۾ بند ڪري وڏي فخر سان دعويٰ
ڪئي هئي ”فارسي ۾ عجم کي زنده ڪري ڇڏيو اٿم“
شاهه بغير اهڙي دعويٰ ڪرڻ جي ان کان به عظيم
ڪارنامو سرانجام ڏنو ۽ سنڌي فڪر ۽ شعور کي
”رسالي“ جو روپ ڏئي سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ تهذيب
کي هميشه لاءِ زنده ڪري ڇڏيو.

## تاج جويو (سن)

ڏاڏاڻي ڏيهه جي سُريلي ۽ ساڃهي، ماڪيءَ کان وڌ مٺڙي سنڌوءَ جي لُڙائيل پاڻيءَ ۾ ڌوپيل اڇڙي ٿيل سنڌي ٻوليءَ جي سهائتا ۽ سنپار سير جي ڏان ڏيڻي ڪبي. ٻولي ماڻهه جو ساهه هوندي آهي. ڌرتي ۽ ٻوليءَ جو ڳانڍاپو فطري ڳانڍاپو آهي. دنيا جا ڏيهه (ملڪ) ٻولين جي نالن سان ۽ ٻوليون ڏيهن جي نالن سان سڃاتيون آهن. جنهن ٻوليءَ کي ديش نه آهي اها ماڻهن جي جيءَ ۾ جايون جوڙي نه سگهندي، جا جيتري جهوني هوندي اها اوتري سگهاري ۽ جيئڻ جوڳي هوندي. جيئن ڌرتي ٻڍڙي نه ٿيندي آهي تيئن ٻولي به ٻڍڙي نه ٿيندي آهي پر سدا سهاڳڻ ۽ جوان جماڻ رهندي آهي.

جيڏي ٻولي جهوني اوڏو منجهس "ٻولن" جو جهجهو "جهجهٽ" اهي "ٻول" صدين کان صديون ٻوليءَ جي "ڪارب" (سانچي) ۾ گهڙجي ڇڻجي سهڻا ۽ سريلا بڻجي پوندا آهن. جن جو آچار ۽ ورجاءُ زبان ۾ اٽڪاءُ نه ڪندو آهي. صدين جي گهاڙ اکرن جون انگهون ۽ گهٻ گهڙي لسو ۽ وڻندڙ بڻائي ڇڏيندي آهي.

سنڌ جي ماڻهه جي ٻولي ٻنهه جهوني ٻولي آهي.

اهڙا ”ٻولن“ جي اڪٽ ڪان آهي. ڳاڙهي ڪان ٻاهر منجهس لفظ ليندا. ان جو جيئرو جاڳندو مثال سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇاپايل الف - ب. ب ”ٻولن“ جي اٺپوري ”ڪرونيڪل“ (لغت) آهي.

اسان جي ديش ۾ ڪئين قومون ڪيتريون ٻوليون ڪڍي ڇڏيون آهن. پر اهي قومون ۽ ٻوليون سنڌي قوم ۽ سنڌي ٻوليءَ جي صحت ۽ سڄاڻ جوڳ ۽ جزاءَ آڏو هام هڻي نه سگهيون ۽ منجهن سمائجي ”هڪ وجود“ ٿي ويون.

اسان جي ڏيهه ۽ ٻوليءَ لاءِ ڏکيا ڏينهن به آيا لطيف گهوٽ جي ڏينهن ۾ سنڌ جا ڪيترا شاعر فارسي جي ”ڪوڙڪي“ ۾ ڦاسي پيا.

سنڌ پوءِ جا ٻُسيون ۽ ٻيرُون، نمن جو ٻُور ۽ آڪ ڦلڙيون، ڪانڊيري جا رتا گل ۽ ڦوڳن جي ڦُلار، پانت پانت جا گاهه ۽ گل، ٻوٽا ۽ وڻ انهن کان ڏنا ئي نه ٿي ٿيا. ڌارئين ديس جا سرو ۽ سوسن سنبل ۽ ريحان کين وڌيڪ وڻيا ۽ پيارا لڳا ٿي. ڳيرن جي ”ڳٽر ڳن“ ڇتن جي ”چونڪار“ ۽ ڪوئل جي ”ڪوڪو“ بدران بلبل و قمري ۽ نــه ڄاڻ ڪهڙن ڪهڙن پکين جا سر پاڻ ٿي پين!

ڇتن کي اها به ڄاڻ نه هئي ته سنڌ ۾ بلبل کي ”بربل“ ۽ ”پوري“ به چوندا آهن. اها باغن ۽ گلزارن ۾ نه پر ”ٻارن“ ۽ ”ڪنڊن“ ۾ واڻيرا اڏيندي آهي.

ڪرڻ ۽ ٻيرين جي لامن تي لاتيون لنوندي آهي،
ٻيرون ۽ ٻُسيون ٻڪا ۽ ٻير کائي ”ٽڪڙو ٽڪڙو“
ڪندي آهي.

اهڙي ڏکئي سمي ۾ شاعرن جي چوٽ، سنڌ ڌڻيءَ
شاهه لطيف ڌارئين ديس جي سرو ۽ سوسن کان ڏاڍائي
ڏيهه جا ڪرڙ ۽ ڪنڊا ڀلا ڀانيا. پرائي ڏيهه جي گلن
۽ غنچن کان سنڌ ڌرتيءَ جي ڌوڙ کي مٿ ڀانيو.

شاهه جون هي سٽون!

”سڄڻ جي ساڻيهه، ته ٻه ونيئا وڻ ترو
گهوربو سو پرڏيهه، توڙي ڦلان ڇانئيو!“

ساڻيهه جي سڪ جو ڪوڙو نه سمجھو ۽ اڻ وسرندڙ
سبق ڏين ٿيون. فارسي زبان جي ٻوليان ”ڦيرا پائيندڙن“
سنڌي شاعرن ۽ عام ماڻهن کي شاهه سائين پنهنجي
ڪلام ۾ ”گولي“ ۽ ”غلام“ جهڙن لفظن سان
سڏيو آهي.

چي: ”جي تو سکي فارسي، گولو توهه غلام“.

ٻوليءَ ۽ ساڻيهه جي سچي سڪ ان کي کولجي.

جيڪڏهن لاکيڻو لطيف ان اوکيءَ گهڙيءَ ۾
باغي بڻجي، سنڌي ٻوليءَ جو جهنڊو نه جهولائي ها
ته اسان جي ٻولي ڪڏهوڪي پنهنجي سونهن ۽ سوڀيا،
هستي ۽ وجود وڃائي ويهي ها.

جيڪڏهن شاهه سائين سنڌي ٻوليءَ کي ’فارسي
گهوڙي چاڙهسي‘ واري دور ۾ نه بچائي ها ته اڄ

اسان ڪنهن مٿي ڪٿي سنڌي سڌائي نـہ سگهون ها!
(جيتوڻيڪ اڄ بہ پاڪستاني "لغت" ۾ سنڌي سڌائڻ
ڏوهہ آهي.)

جيڪڏهن لطيف سنڌي ٻوليءَ ۾ "بيت ۽ وايون"
نہ ڳائي هـا تہ اڄ سنڌ جو نعرو نہ هجي ها.......
۽ نہ ئي ڪو سنڌي ڳالهائڻ وارو رهي ها.

شاهہ جا سنڌي قـوم تي لکيـن وڏ آهن. جنهن
سنڌي ٻوليءَ کي امر (نہ مرندڙ) ۽ اڪٿ (نہ ڪٽندڙ)
بڻائي ڇڏيو. جيستائين ڌرتيءَ جي دل تـي سنڌ،
سنڌي قوم ۽ سنڌي ٻولي جيئري آهي، شاهہ جو نالو
جيئرو رهندو ۽ سنڌ پونءَ مان چمڪندڙ هـر انسان هن
آمر انسان جي ذاتءَ ۽ نشان (روشني) آڏو سيس
نمائيندو رهندو.

اڄ اسان جا ڪيترا ليکڪ ۽ ليکڪائون لطيف جي
ٻوليءَ، ٻاجهاري ٻوليءَ ۾ ڌارين ٻولين جا اڙانگا ۽
اڻ سونهندڙ اکر ڌڪيندا رهن ٿا، جا ڳالهہ ڏک جوڳي آهي.

اداهہ جس هجيئي جو پنهنجي ٻوليءَ جي جهوليءَ
۾ "گڏ ٿيل گند" کي ڪڍائي جيجل جـي جهوليءَ
کي جهرڪائڻ لاءِ جتن پيو ڪرين.

اسان جي قوم ۾ اهڙا امر ۽ مهان ليکڪ پيا آهن
جو قلم مان ڏيهہ جي ڏوتيئڙن جي تقدير ڦيري سگهي
ٿو. جن جي لکڻين جو هڪ "ٻول" قوم جـي

املهه موزي آهي.

جي- ايم- سيد، سيد غلام مصطفيٰ شاهه، شيخ اياز، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پير حسام الدين شاهه راشدي، محمد ابراهيم جويو، رسول بخش پليجو، جمال ابڙو، سراج ۽ ٻيا سوين سگهڙ ۽ شاعر، اديب ۽ مفڪر هن ڌرتيءَ جي ڪک جا ڄاوا ان ڏس ۾ ڪُڙي سگهجن ٿا.

پائل! تنهنجي جتن ته جس لهڻي پر ٻيلي جڏهن اهڙو اڻانگو ۽ جوکم ڪم هٿ ۾ کنيو اٿئي ته پنهنجي قلم کي به قابو جهلڻو پوندو مٿان وات تان ٿڙڪي نه وڃي! تنهنجي لکڻين مان پڙهي ”ٻولن“ جي بوءِ نه اچي نه ته سڄڻين ساکون اجايا ويندا.

سيپٽمبر جي ”ملير ڪٽڪي“ ۾ تنهنجي لکيل ”ايڊيٽوريل“ ۾ تنهنجا ڪم آندل ٻه چار اوپرا ۽ اڻ سونهندڙ ٻول ۽ انهن جا مٽ سنڌي ٻول هيٺ ڏيان ٿو. جنهن مان سڌ پوندءِ ته ڪٿي ٿون ٻ... هرويرو ڌارين ٻول ڪم آڻي ويٺو آهين!

| اوپرا ٻول | سنڌي ٻول | اوپرا ٻول | سنڌي ٻول |
|---|---|---|---|
| استحصالي نظام | ”پرماري دستور | ظلم وستم“ | (ظلم ۽ ستم ڀلي |
| روز بروز | ” ڏينهون ڏينهن | | ڪراڻ پر هرويرو |
| مال غنيمت | ” لٽ جو مال | | ”و“ وجهڻ جو |
| اصلاحات | ” سڌارا | | ڪهڙو ڪپ“ ”ء“ |
| | | | نٿو سونهي ڇا؟“ |

مون هڪڙي "بندي" نالي چڙي آهي. ڪٿي ڪنهن ڪتاب ۾ ڪو اوپرو ٻول اک چڙهي ويندو اٿم ته ان جو مٽ سنڌي ٻول ووڙي لکي ڇڏيندو آهيان. "مليرُ" جي پارکن جي سٿ آڏو پنهنجي ڪمائيءَ مان ڪجهه، ڪڻا نذر رکان ٿو.

| اوپرا ٻول | سنڌي ٻول | اوپرا ٻول | سنڌي ٻول |
|---|---|---|---|
| امتياز ” | ويڇو، سيڙهو، سنڌو | بنياد ” | پيڙهه |
| انتظار ” | اوسيئڙو | فارغ ” | واندو، وانجهو |
| انتشار ” | وکوڙ، ڏڦير | جٿو ” | ٽولو، سٿ، وڳر |
| تقاضا ” | گهُر | | سگهر، وار، ڍنب |
| ورهاست ” | ونڊ ورڇ | مهذب ” | سڌريل، سگهڙ |
| فهرست ” | وچور | بد راهه ” | اوتڙ |
| تعاون ” | ساٿ، هٿ ونڊ | دوغلي ” | ٻٽي |
| ترقي ” | واڌ، واڌارو، ڦوهڙو | پاليسي ” | هلت |
| مسئلو ” | مامرو | مناسب ” | جوڳو |
| يڪسان ” | هڪجهڙو، هڪ سارکو | تڪليف ” | اهنج، ايذاءُ |

——

# عظمت ادبي اڪيڊمي جا ايندڙ ڪتاب

## ١- علم تدريس مظلومن لاءِ

مترجم- محمد ابراهيم جويو:

اندازو لڳايو ته ڇا هوندو هن ڪتاب ۾- جويي صاحب جي قلم سنڌي ادب کي هميشه ادبي شاهڪار ڏنا آهن. اسان جي دعويٰ آهي ته هي ڪتاب پڻ سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ تاريخي اضافو ثابت ٿيندو.

تمام جلد توهان جي هٿن ۾ پهچڻ وارو .....

## ٢- لڳڻ ڏاهڻجا لوهه

اشرف دهقاني:

اهو شاهڪار جنهن جو پهريون ڇاپو هڪ مهيني اندر ختم ٿي ويو.... ايران جي شاهه خلاف هليل تحريڪ جي هڪ خاتون ڪارڪن تي ڪهڙا ڪهڙا نه ظلم ڪيا ويا ۽ هن ڪيئن ثابت قدميءَ سان انهن جو مقابلو ڪيو......

ٻيو ڇاپو تمام جلد توهان جي هٿن ۾ هوندو.

۳- ان دانا

ڪرشن چندر جو امر، لازوال، لاثاني شاهڪار، سهڻي، مٺڙي سنڌي ٻوليءَ ۾ .... ٻيو ڇاپو – نئون دلفريب ٽائيٽل، سفيد اوچو ڪاغذ ۽ قيمت اها ساڳي جيڪا پهرئين ڇاپي جي هئي- يعني صرف ۰۰-٦ مارڪيٽ ۾ موجود – اڄ ئي خريد ڪريو ۽ پنهنجي لائبريري ۾ خوبصورت اضافو ڪريو ۽ پنهنجي ادبي ذوق کي تسڪين رسايو.

## اسان جا سول ايجنٽ

۱- ادبيات – تلڪ چاڙهي حيدرآباد.

۲- سڳنڌ – ڪتاب گهر- جناح باغ روڊ لاڙڪاڻو.

۳- مشتاق – نيوز ايجنسي گاڏي کاتو حيدرآباد.

# هرهڪ جي پڙهڻ لاءِ

عظمت ادبي اڪيڊميءَ جي ڇپرايل هيٺين ڪتابن جا جملي حق ۽ واسطا اڪيڊميءَ وٽ محفوظ آهن. ٻيو ڪوبہ ادارو انهن ڪتابن کي ٻيهر ڇپرائڻ جي ڪوشش نہ ڪري.

١- اگهاڙي.
٢- قرب جا ناتا.
٣- پيار ۽ پاپ.
٤- پوڙهو ۽ سمنڊ.
٥- جنم قيدي.
٦- جنگ ۽ انسان.
٧- سنڌي ٻوليءَ کي للڪار.
٨- ڳالهيون ڳنوارن جون.
٩- جنس پيار شادي.
١٠- پريت پرائي، ريت نرالي.
١١- ان داتا.
١٢- پيار پيار، پيڙا پيڙا.
١٣- تو جنين جي ذات.
١٤- لڳ منهنجا لوهہ.
١٥- بي اولاد.
١٦- علم تدريس مظلومن لاءِ.
١٧- ڪرندڙ ديوارون.
١٨- اڇا وار ڳاڙها گل.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَڙهن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ٻاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)